# حق موجود
# سدا موجود




FEBRUARY 2004 (4)



## فقير غلام علي مسرور بدوي

جنم: پهرين جولاءِ 1894ع - وصال: اٺويهين آگسٽ 1953ع

## پنجاهين ورسيءَ جي موقعي تي
# خاص اشاعت







فقير ميان غلام علي مسرور جو جانشين

## فقير احمد بخش بدوي عرف فقير منٺل سائين

صوفي سدا سوز ۾، متجهن ورهہ رناڻ، عشق سندن اهجاڻ، سڀ در جالن درد سان.
(بيدل)

صوفي
پبليڪيشن
بياد
فقير بخش علي ابڙو

فيبروري 2004ع (4)

## صوفي صدائون

• ياد نہ ڪريان يار ڪــي ويل نہ وســاريان،
ڳڏجي نہ گهاريان، پري نہ پانيان پاڻ ڪان،
• ياد جي ڪن يار ڪي سي منگتا ميراثي،
ســورهہ سناســي، سير سـجاڻن ســر جي،
• ياد ڪجي يار ڪــي جو وســري نہ مور،
مدامي مســـرور، محمد ۾ موجود ٿيو.

محمد فقير ڪٽياڻ

سرپرست
ڊاڪٽر جئہ پال لال
ايڊيٽر
ڊاڪٽر ساغر ابڙو
آرٽ ايڊيٽر
سميع چنہ
خاص معاون
نياز مسرور
ايڊيٽوريل بورڊ
مهدي شاهہ، راجا ايس گرناٽي
تصور علي ابڙو، فرمان علي ابڙو

قيمت في شمارو =/15 روپيہ

ڇپائيندڙ
فقير غلام قادر اڪيڊمي
ڳوٺ نائچ ضلعو لاڙڪاڻو.
faqirghulamkadiracademy@hotmail.com

لکپڙهہ لاءِ

E-mail: sufithemag@yahoo.com

Flat No. 01, 1st Floor, 28-C 13th Comm: Street, Defence Housing Authority, Phase II (Extension) Karachi.
Mobile: 0303 - 6172563

SAPNA PUBLICITY
Ali Shoping Center, Lakhi Gate Shikarpur.
Phone: P.P. 0761-521136

## وچور



ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ:
عرفان احمد آءِ. ڀٽو
عبدالستار قريشي

ڇپيندڙ: عبدالفتاح قريشي
ڊيسينٽ ڪمپيوٽرائيزڊ پريس چوڙيگر
بازار شڪارپور. فون: 0761-513140
E-mail: decentpress@hotmail.com

# دل جي ڳالهه

”جڏهن ڪو ڪنهن سان پيار ڪريٿو ته ضرور ناهي ته اڳلو به ساڻس ائين ئي پيار ڪري ڇو جو پيار ڪنهن به اڳواٽ شرط تي نه ٿيندو آهي. اها اڳلي جي مهرباني آهي ته هو اسان جي پيار کي قبول ڪري ٿو.“ سچي دنيا ۾ دانهون پيون پون ته پيار پَر ڪري اڏامي ويو آهي ۽ محبت ملڪ مان لڏي وئي آهي ته ان جو سبب اهم آهي ته اسان پيار جي حقيقي معنيٰ کان واقف ئي نه ٿيا آهيون. اسان ڪنهن به همدردي، لست ۽ جنسي رويي کي ئي پيار سمجهون ٿا ۽ چاهيون ٿا ته اسان جنهن سان پيار ڪيون ٿا اهو اسان جي ملڪيت ٿي رهي. پر اصل پيار ۾ ملڪيت جو ڪو تصور ئي ناهي. عاشق جي ڪا به هستي ناهي بس رڳو ئي محبوب آهي. بقول فقير غلام قادر ”گل“ جي ”هستيءَ“ ۾ حضور جي منهنجو کهڙو نانءُ، سائين گهر ۾ گانءُ صديقي تنهنجي سر تان“ اها پيار جي اٿاٽ ئي آهي جو اڄ هيءَ دنيا رهڻ جي قابل نه رهي آهي، رشتن جو تقدس، سڪ، قرب ۽ پنهنجائپ جا سارا معيار بي معنيٰ بڻجي چڪا آهن. جيڪڏهن ڪٿي ڪا ٿوري سچائي آهي به ته انکي پڻ شڪ جي نظر سان ڏٺو پيو وڃي. هي نفرتون، سرحدون، جنگيون، ميزائل، بم ۽ ٽئنڪون سڀ پيار جي اڻهوند جو نتيجو آهن. ڀروسو، اعتماد ۽ اعتماد عنقا ٿي چڪا آهن. دنيا دوزخ ٿي چڪي آ ته نتيجي ۾ عقبيٰ به اهڙي ئي ٿيندي.

جيڪڏهن دنيا کي بچائڻو آهي، ايندڙ نسلن کي بچائڻو آهي ته پوءِ اسان کي پيار ڪرڻ سکڻو پوندو ڇو جو پيار ڪٿي به نه رهيو آهي. پيار ئي علم آ، عمل آ، انعام آ، نجات آ، رستو آ ۽ منزل آ. لاغرض محبتون ئي انساني روح جون آخري پناهه گاهون آهن. اچو ته ماضيءَ جي مسئلن کي وساري محبتن ڀري مستقبل طرف وک وڌايون ڇو جو اهو ئي اسان جي سيني دردن جو دارون آهي. اڄ کان ئي، بلڪه هاڻي کان ئي اهو عهد ڪيو ته ڪنهن لاءِ به دل ۾ مير نه رکبو، پيار ڪنهن به موٽ جي اميد ڪانسواءِ ڪبو ۽ جيڪڏهن ڪو رٺل آ ته اڳتي وڌيڪ انکي پرچائبو بقول مرشد لطيف رحہ جي:

”هو رسن تون م رس، جن ريءَ سري نه ساهه
هو جهڻڪن تون جهڪو ٿي، پاندُ ڳچيءَ ڳل پاءِ
پاڻ وڃي پرچاءِ، متان رٺو ئي رهجي وڃين.“

صوفيءَ جو هي پرچو فقير غلام علي مسرور بدويءَ جي 50 هين ساليانی ورسيءَ جي موقعي تي خاص اشاعت طور شايع ڪري رهيا آهيون. ۽ اهڙو سلسلو اڳتي لاءِ به جاري رهندو.

ساغر فقير

بيدل مسرور

## ويهين صديءَ جو باڪمال صوفي ۽ شاعر

# فقير غلام علي ”مسرور“

تصوف جي دنيا ۾ سنڌ کي هڪ اعليٰ شرف حاصل آهي. جتي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، حضرت قادر بخش ”بيدل“، روحل فقير، مصري شاهه امام، بيڪس سائين ۽ ساميءَ جهڙا مهان شاعر، بزرگ ۽ ولي پيدا ٿيا آهن، جن نه صرف عشق جي شينهن تي سواري ڪري وحدت ڪثرت واري نوبت وڄائي ڪروڙين قلب قراريا آهن. مگر انهن علم، فضل توڙي قومي زندگيءَ جو به شعور ڏنو آهي. اهڙن ئي بزرگن، لوڪ ورثي ۽ تاريخ کي به محفوظ ڪيو آهي ته پريت ۽ امن جو به پيغام ڏنو آهي. فقير غلام علي ”مسرور“ بدويءَ جو شمار به سنڌ جي انهن ناميارن صوفي بزرگ شاعرن ۾ ٿئي ٿو، جن عشق عرفان جون منزليون ماڻيون ۽ سرت وارن کي سڪ ۽ سوز جون سرڪيون پياريون.

**ولادت:** فقير غلام علي ”مسرور“ بدوي عالم ملڪوت مان، عالم ناسوت ۾ پاڻ پسائڻ ۽ حق جي ثابتي ڏيڻ لاءِ فقيري ويس وٺي، شڪارپور جي معروف تعليم دان ميان رحيم بخش احمداڻي بدويءَ جي ڀاڳيري گهر ۾ تاريخ ڇهرين جولاءِ سن 1894ع مطابق 26 ذوالحج 1311ع هجري جمعي ڏينهن تولد ٿيو.

**تعليم ۽ تربيت:** فقير مسرور جي ابتدائي تعليم پنهنجي والد جي نگراني هيٺ ٿي. 1901ع کان قاضي محلا اسڪول شڪارپور ۾ پڙهڻ شروع ڪيائين، جتي سندس والد هيڊماستر هوندو هو. ٻئي سال يعني 1902ع ۾ جڏهن سندس والد جي بدلي پرائمري اسڪول جماڻي هال شڪارپور ڏانهن ٿي ته فقير مسرور به ساڻن گڏ وڃي جماڻي هال اسڪول ۾ پڙهڻ لڳو. ابتدائي انگريزي تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور مان حاصل ڪيائين پر ميٽرڪ دوران سندس والد کيس سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ داخل ڪرايو، مگر انگريزي زبان کي پنهنجي روحاني آزاديءَ ۾ رڪاوٽ سمجهي ٽن مهينن ۽ ٻارهن ڏينهن کان پوءِ پڙهڻ ڇڏي هليو آيو. تاهم 1910ع ۾ فائينل جو امتحان پاس ڪيائين. جنهن بعد ٻه سال ٽپيداري اسڪول حيدرآباد ۾ ٽريننگ ورتائين.

**ملازمت:** ”مسرور فقير“ حيدرآباد مان ٽپيداريءَ جي ٽريننگ مڪمل ڪري

واپس آيو ته کيس 14 سيپٽمبر 1912ع تي شڪارپور تعلقي جي "ٽپي نور محمد شجراه" تي ڪچو ٽپيدار ڪري مقرر ڪيو ويو.

سال کان پوءِ يعنيٰ 19 ڊسمبر 1913ع تي ماڙي ٽپي تي مقرر ڪيو ويو ۽ ٻن سالن کان پوءِ 26 آگسٽ 1915ع تي نوڪريءَ ۾ پڪو ڪري، کيس "ڄتو سانگي" ٽپي تي رکيو ويو. ان بعد 02 فيبروري 1917ع کان 12 اپريل 1919ع تائين مدئجيءَ ۾ ٽپيدار مقرر ٿيو.

01 آڪٽوبر 1928ع تي کيس ترقي ملي ۽ پاڻ بئراج مختيارڪار سکر وٽ سپروائيزنگ ٽپيدار مقرر ٿيو. 15 ڊسمبر 1936ع تي سندس بدلي لاڙڪاڻي ٿي. نَوَ سال لاڙڪاڻي ۾ ملازمت ڪرڻ کان پوءِ 9 مارچ 1945ع تي بدلي ٿي نوابشاهه ويو.

ملازمت دوران "فقير سائين مسرور" حيدرآباد، نوشهرو ۽ شهدادپور ۾ به رهيو. پهرين ڊسمبر 1947ع تي نوابشاهه کان بدلي ٿي لينڊ گرانٽ مختيار ڪار سکر وٽ سپر وائيزنگ ٽپيدار ٿي آيو.

پهرين آڪٽوبر 1948ع تي جمعي ڏينهن صبح جو چارج ڇڏي موٽي شڪارپور آيو.

"فقير مسرور" جي ملازمت وارو دؤر، ذميداري ۽ توڪل جو هڪ دلچسپ مجموعو هو. انهيءَ زماني ۾ ٽپيدار نه صرف هڪ معزز نوڪري ليکبي هئي، پر خاص طور تمام وڏي آمدنيءَ جو ذريعو پڻ هوندي هئي، پر جنهن شخص ننڍپڻ کان ئي سوز، عجز انڪساريءَ جو لطف ماڻيو هجي ۽ تقويٰ ۽ توڪل جو عرفان حاصل ڪيو هجي، اهو حق پرست، فقير جي آبرو ۽ وضعداريءَ جي چادر کي ڪيئن ٿو ڇڏي سگهي.

هي مرد خدا پنهنجي حال ۾ مست ۽ مسرور، پورو مهينو پورهيو ڪري سڪي پڪي پگهار ئي گهر ڪٽي ايندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته گهر وارا سندس پگهار جي انتظار ۾ هوندا هئا، پر راهه ۾ ڪنهن بيواه جو گهر ايندو هو يا ضرورتمند ملاقي ٿيندو هوس ته پئسا انهن کي ئي ڏئي ڇڏيندو هو. گهر موٽندو هو ته جيب ۾ الله جو نالو هوندو هوس. اهو ئي سبب هو جو سپروائيزنگ ٽپيداريءَ کان اتائت ڪرڻ کانپوءِ نه وتس مال هو، نه مڏي، الٽو پينشن تي اچڻ کان پوءِ ۽ ٽن سالن تائين پينشن جا ڪاغذ تيار ڪرائڻ جي ڊڪ ڊوڙ ۾ لڳي ويس جنهن جو ذڪر پنهنجي پائٽي احسان احمد بدوي ڏانهن لکيل هڪ منظوم خط ۾ هن طرح ڪيو اٿس.

آهي عـــجب تہ اي — جي — پي — آر سڳوري،
ڪنهن ڪارڪن ڪان ورندي منهن سر نہ ٿي ملي.
ٿي ســـال ٿي ويا، تہ بہ، ناهي پتـــو تہ تن ڪي،
ڪهـــڙي اجان حـــقـــيـــقت آخر نہ ٿي ملي.
آيو عـــجب زمـــانو، ڪهـــڙو اهو خدايا،
زر پـي ســـــواءِ ڏي وٺ بـي زر نـہ ٿـي مـلـي.

**صورت ۽ سيرت:** "فقير مسرور" نهايت وجيهہ، ڪلمڪ ۽ هر دلعزيز هوندو هو. سندس سريلي ۽ مڌر آواز، ستار وڄائڻ ۽ يڪتاري تي فقيري سنگ ٻرڻ سبب تہ هرڪو سندس ساٿي ٿيڻ لاءِ آيو هوندو هو. پر سندس فڪر انگيز ڳالهين، سدائين مرڪندڙ مهڪندڙ مورت ۽ پروقار رهڻي ڪهڻي تي بہ هزارين ماڻهو مٿس موهت هوندا هئا.

فقير مسرور جي گفتگو نهايت مدلل، فصيح ۽ بليغ هوندي هئي. سندس گفتگو جي هڪ جهلڪ ئي، وڏن وڏن دانشورن کي موهي ڇڏڻ لاءِ ڪافي هوندي هئي.

**شڪل شبيهہ:** "فقير مسرور" قداور ۽ بدن ۾ ڀريل هوندو هو. سندس ڇاتي موڪري ۽ رنگ اڇو ۽ گلابي هوندو هوس. منهن مان سدائين نور پيو چمڪندو هو. سندس اکيون ايترين سهڻيون ۽ جادو ڀريون هونديون هيون، جن ۾ ڪو بہ نهاري نہ سگهندو هو. "فقير مسرور" نوجوانيءَ کان ئي ڏاڙهي ۽ شهپر رکندو هو، ڪڏهن ڪڏهن سونهاري لاهرائيندو بہ هو، پر شهپر سڄي عمر رکيائين. ابتدا ۾ وار انگريزي ڪٽ تهرائيندو هو، بعد ۾ اٽڪل چاليهن سالن کانپوءِ وڏا وار بہ ڇڏيائين.

**سيرت:** "فقير مسرور" تصوف جي زندگي بخشيندڙ فضا ۾ ساهہ کڻندو هو. پاڻ اعليٰ اخلاق وارو ۽ رلڻو ملڻو فقير هو. ننڍن سان پيار ۽ شفقت سان ۽ وڏڙن سان بہ ٻئي هٿ جوڙي ملندو هو. هڪ جيڏن دوستن ۽ فقيرن سان ڀاڪر پائي ملندو هو. پکين ۽ جانورن تي ڪهل ڪندو هو.

نهايت بلند حوصلي وارو ۽ انتهائي وضعدار شخص هوندو هو. نوڙت، نياز ۽ محبت جو مرد مٿيادار هو. خاندان جي عزت، عظمت ۽ ذميدارين جي احساس سان گڏ سڄڻن ۽ دوستن جو بہ وڏو لحاظ رکندو هو. ورهاڱي ٿيڻ جي ڪري جڏهن سندس پيارا دوست، سنڌ ڇڏي، هندستان لڏي وڃي رهيا هئا تہ جايون مال ۽ مڏيون سندس حوالي ڪري ويا هئا، پر انهن لکن ڪروڙن جي مال ملڪيت مان هڪ ڪک بہ پاڻ لاءِ نہ رکيائين.

پاڻ دوستن جي جاين جي رکوالي ڪندو رهيو. سندس سامان جي سنڀال

ڪندو رهيو. پر پناھ گيرن پنهنجا ڪليم داخل ڪيا ۽ اهڙيءَ طرح نيٺ سندس سڄڻ دل گهرين دوستن جون محلاتن جهڙيون جايون ۽ انهن ۾ رکيل قيمتي سامان، مفت ۾ پناهگيرن کي ملي ويو. جنهن جو ڏک کيس آخري عمر تائين رهيو.

**پوشاڪ:** "فقير مسرور" جو حسن، جواني ۾ جيترو زود اثر هيو. اوترو ئي سندس پوئين عرصي ۾ نڪريل ۽ مهڪندڙ گلاب جهڙو هو. پاڻ شروع کان ئي تمام سهڻن ۽ کليل رنگن جا ڪپڙا زيب تن ڪندو هو. ملازمت واري مخصوص وقت ۾ گهڻو ڪري سفيد شلوار قميص، جنهن جي مٿان موسم آهر اڇي صدري يا ڪارو يا اڇو ڪوٽ پهريندو هو ۽ مٿي تي گول ٽوپي يا پٽڪو ٻڌندو هو. سندس پسند جو رنگ بوسڪي، بادامي ۽ گيڙو هو. مطلب ته جيڪا به پوشاڪ پائيندو هو، ان مان سندس وضعداري پئي بکندي هئي.

**گهريلو زندگي:** "فقير مسرور" حياتي جا ابتدائي ٽيٽيهه سال مجرد جي زندگي گذاري ۽ شاديءَ تائين لنگ ۾ گذاريائين. سندس والدين جي منشا هئي ته هو شادي ڪري، پر سندس خيال موڙهڻ نهايت مشڪل هو. انهيءَ ڏس ۾ هنن ڪوششون ڪيو، جيڪي ناڪام ويون، پوءِ جڏهن پير طريقت کان کيس اجازت ملي ته سن 1927ع ڌاري، پنهنجي عزيزن جي حڪم تي شڪارپور جي دايا خاندان مان، ميان محمد بخش مان سندس شادي ٿي.

گهريلو زندگيءَ ۾ به نهايت همدرد ۽ فرض شناس هوندو هو. صاحب اولاد ٿيو. کيس ڇهه فرزند ۽ پنج نياڻيون تولد ٿيون. ٻارن کي سٺي تعليم ڏيارڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ورتائين. پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي ننهي وڏين نياڻين جي شادين جي ذميواري پوري ڪيائين.

پنهنجي عزيزن قريبن جي به تمام گهڻي خدمت ڪيائين انهيءَ کان سواءِ پنهنجي سمورن ڏيهي پرڏيهي دوستن، سندن گهر ڀاتين ۽ ٻارن سان به پريم ۽ پريت جو پيوند رکندو آيو. مطلب ته سموري حياتي سنساري ذميدارين کي مڪمل ڪرڻ ۽ انسان جي خدمت ڪرڻ ۾ ئي سک ماڻيائين.

**سير سفر:** سرڪاري نوڪريءَ ڪرڻ سان گڏوگڏ "فقير مسرور" پنهنجو باقي وقت سنڌ جي بزرگن، اوليائين ۽ فقيرن جون چونڪيون ڏيڻ، انهن جو ڪلام گڏ ڪرڻ ۽ ڳائڻ، دوستن عزيزن سان ميل ملاقاتون ڪرڻ ۽ غريبن غمزدن جي غمخواري ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. هر هفتي پنهنجي مرشد راهه هدايت شهنشاهه فقير قادر بخش "بيدل" جي درگاهه تي روهڙي وڃي حاضري ڏيڻ، هر پندرهين ڏينهن دولهه درازي سرڪار عبدالوهاب سچل سرمت جي چونڪي ڏيڻ، يا ماهه

پھرين سومر رات حضرت عثمان مروندي قلندر لعل شهباز جي ڏمال لاءِ سيوهڻ توڙي سنڌ جي سرتاج ڀٽ ڌڻي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي درٻار جو سلام ڪرڻ لاءِ ڀٽ شاهه، ته ڪڏهن شاهه عنايت جهوڪ واري درگاهه جي چونڪي ڏيڻ، ته ڪڏهن ڪنڊڙيءَ جي بزرگن سان ملاقاتون ڪرڻ، سندس زندگيءَ جو مسلڪ هو. فقير صاحب 1951ع ۾ بمبئي به ويو هو.

**فيض:** ظاهري طور 1908ع ڌاري جڏهن پاڻ اڃا چوڏهن سالن جو هو، ته شهنشاهه فقير بيدل سائين جي درگاهه تان ڪيس باطني فيض مليو. جنهن جو ذڪر پنهنجن ڪيترين ئي ڪافين ۾ ڪيو اٿس.

**همعصر ۽ مداح:** فقير سائينءَ جي پيارن، دوستن ۽ ڪيس چاهڻ وارن جو ڳاڻاٽو انتهائي مشڪل آهي پر علم ادب ۽ فن جي ميدان ۾ ڪجهه اهم ۽ ناميارا شخص جيڪي پنهنجي وطن ۽ ويڙهيچن لاءِ وڙيندا هئا، تن مان فقير سائينءَ کي چاهڻ وارا ڪجهه هي آهن.

حڪيم الامت فتح محمد سيوهاڻي، ڊاڪٽر علامه محمد بن دائودپوٽو، محمد هاشم ”مخلص“، محمد بخش ”واصف“، حافظ حيات شاهه، حاجي محمد صديق ميمڻ، رئيس ضياءُ الدين ”بلبل“، جيٺمل پرسرام، ڪشنچند ”بيوس“، حاجي امام بخش ”خادم“، حاجي محمود ”خادم“، نواز علي ”نياز“، عثمان علي انصاري، علي نواز علوي، سردار محمد بخش ”ڪوجهي“، آغا صوفي، مخدوم الله بخش ”عاصمي“، ڪيئلداس ”فاني“، ٻولچند ”راجپال“، پروفيسر ڦيرواڻي، مولابخش ”مسڪين“ پٽو، پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا، حبيب الله پٽو، آغا عبدالنبي عليگ، لطف الله بدوي، احسان احمد بدوي، شفيع احمد ”اوج“ علوي، لعل محمد ”لعل“، خواب حيدرآبادي، فقير عبدالوهاب ”ناظم“، عبدالفتاح ”عبد“، عاقلي، ميان غلام عباس قادري، علي گوهر ”يڪتا“، مرزا افضل بيگ، ڊاڪٽر محمد ابراهيم ”خليل“، شاهنواز عارف، پروفيسر رام پنجواڻي، محمد خان غني، حافظ محمد احسن چنا، غلام محمد گرامي، غلام احمد نظاماڻي، پرسرام ضيا، شيخ اياز، شير محمد چغدو، لوڪرام ڏوڍيجا، محمد عظيم ميمڻ، حڪيم فضل الله سومرو، ۽ نعيم صديقي وغيره.

**فنڪارن مان:** ماستر چندر، ڀڳت ڪنور رام، ڀائي چيلو، گلشن صوفي، الله رکي، جيوٽي ٻائي، قدرت الله خان، سينڌو خان، الله ڏنو نوناري، حافظ احمد گويو ۽ استاد محمد حسن ستار نواز.

**فقيرن مان:** محمد فقير ڪتياڻ، فقير هدايت علي "تارڪ" نجفي، فقير غمدل، فقير بيدل سائين جو صبحتي فقير الله اوباهي شاهه. نصير فقير ملالائي، ميرل فقير هنباهه وارو، سائين انور شاهه جهان پور وارو، شائق فقير عمراڻي، جيڪب آباد وارو، فقير قلندر بخش هيسباڻي، ڪنڊياري وارو، پرسرام بمبئي وارو. ڪينالال اڇپليا، سانوڻ مل ٽپيدار ڏهرڪي وارو، رگهومل پنجابي بمبئي وارو. فقير امداد علي خواجائي، منشي صدرالدين، نور احمد پٽي مختيار ڪار، گورڌن داس ٽپيدار روهڙي وارو ۽ هولارام پورن ناس ناس وارو شڪارپور سندس پيارن ۾ شامل هئا.

**راڳ ۽ سماع:** "فقير مسرور" علم موسيقي جو وڏو ڄاڻو هو. مگر پاڻ گهڻو ڪري يڪتاري تي سنڌي سليهي انداز ۾ ڳائيندو هو. موسيقيءَ ۾ سندس پهرين تربيت سندس والد ميان ماستر رحيم بخش بدويءَ ڪئي، پوءِ سينڌي خان سان گڏ. سندس والد هيدو خان ڪان راڳ ۽ ستار وڄائڻ جي سکيا ورتائين.

"فقير مسرور" جيڏي سهڻي ستار وڄائيندو هو. قدرت اوترو ئي سندس ڳلي ۾ رس ڏنو هو. سندس آواز نهايت مٺڙو، سريلو ۽ سوز وارو هوندو هو. ٻڌندڙ سندس آواز ۾ مگن ۽ مست ويندا هئا. راڳ ۽ سماع جي محفلين ۾ توڙي سندس عشق آستاني تي سدائين عشق جي ڏم ڏڙي لڳي پئي هوندي هئي.

شڪارپور جا توڙي سنڌ جا وڏا وڏا گويا، شاعر ۽ صوفي بزرگ جهڙوڪ فقير عبدالخالق "غمدل"، فقير هدايت علي "تارڪ" نجفي، محمد فقير ڪتياڻ ۽ جمالو خان، مبارڪ علي خان، مراد علي خان، بيبو خان، جهڙا استاد ڳائڻا به "فقير مسرور" جي محبت ۽ پرسوز آواز سبب پرواني مثل شمع پاڻ پيا واريندا هئا.

"فقير مسرور" 1953ع ۾ شڪارپور ۽ ان جي پسگرادائيءَ ۾ پيرن فقيرن جي درگاهن تي نئين سر راڳ جون محفلون ۽ چونڪيون شروع ڪرايائين.

انهن جونڪين امين شاهه چشتي، حاجي لطيف شاهه جيلاني، منچر شاهه بخاري، ميرڻ شاهه جي چونڪين سان گڏ، ڪٽڪ شاهه، قادر پير، اول شاهه، الف شاهه شهيد، نور شاهه، ڪامل شاهه، حاجن شاهه ۽ شاهه حسين بخاريءَ جون چونڪيون شروع ڪرايون، جن تي به پاڻ اچي راڳ ويراڳ جي محفل ڪندو هو. خاص طور ملتان ڪان جڏهن سيدنا امير شاهه گيلاني شڪارپور ايندو هو ته ڪا سائين جي پاڙي ۾ روزانو رات جو راڳ جو محفل ٿيندي هئي.

"فقير مسرور" پنهنجو سمورو ڪلام طرب واري حالت ۾ ۽ جهونگاريندي

چوندو آهي ۽ جيئن تہ ڪيس راڳ جي وڏي ڄاڻ هئي، ان ڪري اهي ڪلام بي اختيار ڪنهن نہ ڪنهن راڳ جو روپ وٺي بيهندا هئا. اهڙي طرح سندس ڪل ڪلام ٽيهن راڳن ۾ چيل آهي.

**ادبي خدمتون:** "فقير مسرور" سنڌ جي علمي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ جو محافظ هو. طبع جي فطري لاڙي سبب تقريبا سنڌ جي سڀني درگاهن جو پانديئڙو هو. جتي پنهنجو ۽ انهن بزرگن جي ڪلام کي نت نون سرن ۾ سينگاري پنهنجي مڌر آواز ۾ ڳائيندو هو. جنهن ڪري ڪيترن ئي اهڙن بزرگن شاعرن جو اهو سنڌي، سرائڪي، اردو توڙي فارسي ڪلام بہ ماڻهن ۾ مشهور ٿيو، جيڪو تڏهن اڃان قلمي صورتن ۾ درگاهن يا ڪتب خانن ۾ ڪجهہ درويشن تائين محدود هو.

قدرت ڪيس فقيرن جي صحبت ۽ محبت ميسر ڪري ڏني هئي. پاڻ سنڌ جي بزرگن جون پلي پٽ زيارتون ڪيائين. سندن ڪلام ڪٺو ڪيائين ۽ سندن احوال ۽ روايتون سهيڙيائين خاص ڪري ڪنڊڙي وارن بزرگن جو ڪلام، فقير قادر بخش بيدل رحہ، فقير بيڪس رحہ، صوفي قطب شاهہ، حمل فقير، فقير محمد صديقي سومرو، فقير واليڏني، نانڪ يوسف ۽ چتل فقير سانگيءَ جو ڪلام پنهنجي هٿن سان پاڻ اتاري گڏ ڪيو هئائين. جن مان ڪيترو ڪلام ۽ سندس سوانح ڪنهن لالچ يا پذيرائي جي خيال ڪان سواءِ ئي سنڌيءَ جي ڪيترن ئي محققن ۽ پبلشرن کي شايع ڪرڻ لاءِ ڏئي ڇڏيائين. جيڪي هن ريت آهن.

1 ــ بيدل جو سنڌي ڪلام — بولچند و سومل راجپال
2 ــ صوفي قطب شاهہ جو ڪلام — پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا
3 ــ بيدل جي سوانح ۽ ڪلام — پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا
4 ــ بيدل جو فارسي ڪلام — 15 رسالا پروفيسر لطف الله بدوي
5 ــ حمل فقير جو ڪلام — پروفيسر لطف الله بدوي
6 ــ فقير محمد يوسف جو ڪلام — پروفيسر لطف الله بدوي
7 ــ فقير قادر بخش بيدل جو ڪلام — پروفيسر لطف الله بدوي
8 ــ فقير محمد محسن بيڪس جو ڪلام — پروفيسر لطف الله بدوي

فقير مسرور جي رحلت کان هڪدم پوءِ سندس باقي گڏ ڪيل سمورو علمي ادبي خزانو چوري ٿي ويو.

**تصنيف ۽ تاليف:** فقير سائين سنڌيءَ ۾ اٽڪل 13 طويل مسدس لکيا آهن. جيڪي گهڻو ڪري تصوف جي نقطن کي بيان ڪرڻ لاءِ بنيادي اهميت رکن ٿا.

1. اسرار حسين 261 بندن تي مشتمل آهي. اڃا اڻپورو ۽ اڻڇپيل آهي.

2. مسدس مسرور عرف هيرن جو هار 97 بندن تي مشتمل آهي
3. مدح ستگرو سائينءَ جي سوکڙي 36 بندن تي مشتمل آهي
4. حجازي معشوق مسدس
5. کنڊڙيءَ جا کلتار
6. بيدل جو سنڌي ڪلام
7. راڳ جي شرعي حيثيت
8. واچوڙو مل (ناٽڪ)
9. مثنوي هيررانجهو
10. پريم ساگر (هنديءَ اردو ڪلام)
11. حسن ازل
12. قلقل عندليب فارسي ڪلام
13. مسرور نامو چونڊ ڪافيون
14. قيامت نامو
15. رهنمائي موسيقي
16. من جي مستي
17. سلطاني سهاڳ
18. دشمن
19. ڪانگل نامو ڪافيون
20. مڪتو بات مسرور نثر
21. بيدل جا فارسي رسالا
22. صديق فقير سومري جو ڪلام
23. فقير والي ڏني جو ڪلام
24. ڪليات مسرور

**وصال:** فقير مسرور 19 آگسٽ 1953ع مطابق مان ذوالحج جي ائين تاريخ 1372 هجري تي محبوب حقيقي جي دعوت تي وڃڻ لاءِ هن ڏيهه مان پرواز ڪيو.

شڪارپور ۾ سندس فرزند سائين احمد بخش بدوي عرف منل مسرور سائين ميڙاڪو مچائيندو آهي، جنهن ۾ سنڌ جا ڪيترائي صوفي اچي شرڪت ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح هندوستان ۾ فقير "سائين مسرور" جي ورسي 19 آگسٽ تي ملهائي ويندي آهي.

**شاعري:** فقير غلام علي "مسرور" اهو محبتي شاعر هيو. جنهن ڪي بره جي بار

جي پاڪر ملي. سبحاني سيئر جي سروپا ملي، شاعريءَ جو سلوڪ مليو ۽ نسنگ نينهن کي ڪڏائڻ جو طر بہ مليو.

سندس سمورو ڪلام انهيءَ محويت ۽ طرب واري حالت ۾ چيل آهي، جنهن ۾ پنهنجي مرشد راهہ هدايت شهنشاهہ فقير قادر بخش بيدل، درويشي دلين جي رهبر سرڪار سچل سرمست ۽ جمال جي عاشق فقير بيڪس وانگر ناسوت جا سئر، باهوت جا راز، ذات الاهي جا اذڪار، ظاهر ۽ باطن جا اسرار، منصوري موج مستيءَ ۽ جوش جلال جا ساڳيا سنيها هوبهو آندا آهن.

"فقير مسرور" جي ڪلام جو بنيادي نقطو عشق آهي. جنهن کي ٻن طريقن سان اظهاريو اٿس. هڪ طرف جديد صنفن ۽ عروضي صنعتن ۾ عشق جي اقليم کي اوليت ڏني اٿس تہ ٻئي طرف لوڪ ڪلاسيڪي اتهاس ۾ عشق جا ڪونتل ڪڍيا اٿس.

"فقير مسرور" جو ڪلام ٻوليءَ جي وقار، شاعريءَ جي حسن، خيال جي اڏام، صوفياڻين نقطن ۽ اڪيچار موضوعن جو بحر بيڪنار آهي، "فقير مسرور" روحاني رمزن جو رازداڻ ۽ فقر جو فقير هو. سندس ڪلام ۾ تصوف جا نقطا، نفي اثبات، وحدت ڪثرت، مجاز ۽ حقيقت جا سوين نقطا ۽ موضوع آهن، جن کي مضمون جي لحاظ کان هيٺين طرح ورهائي سگهجي ٿو.

1. تصوف
2. عاشقاڻو مضمون
3. ناصحاڻو ۽ اخلاقي مضمون
4. مدحيہ مضمون
5. سماجي ۽ وطني مضمون
6. هجويہ مزاحيہ مضمون

فقير سائين بنيادي طور "ڪافي" جو وڏو شاعر هيو، پر علمي، ادبي ڄاڻ سبب ۽ عروضي دور سبب سندس ڪافين ۾ خيال، فڪر ۽ موضوع سان گڏ عروضي خوبيون بہ آهن پاڻ بيت، مولود ۽ ڪافين سان گڏ مسدس، مرثيو، مثمن، مثلث، مربع، مستزاد، معشر ۽ مثنوي جي صنفن ۾ بہ طبع آزمائي ڪئي اٿس سندس سموري ڪلام جو محور عشق، امن، درد، هيڪڙائي، نفي ۽ اثبات جي سڳنڌ پڪيڙيندڙ آهي. پاڻ سنڌي، اردو، هندي، سرائڪي، فارسي ۽ انگريزي ۾ ڪلام چيو اٿس.

فقير مسرور جو ڪلام اهڙو بحر بيڪنار آهي، جنهن ۾ ڪو غواض ٽٻي هڻي انهيءَ مان عشق جا املهہ ماڻڪ موتي ميڙي عام کي آڇي سگهي ٿو.
(ڪليات مسرور جي مقدمي جو اختصار)

# بدوي خاندان جو شجرو

## احمد بدوي

خليفو

درگاھ حضرت سيدنا عبدالقادر محي الدين جيلاني پيران پير دستگير

بغداد

احمد بدوي (ثاني) شڪارپور

- نياڻي
- محمد بچل بدوي (سوداگر اسپان) [١٨١٤ع-١٨٨٣ع]

(پهرين گھر مان)

- رحيم بخش بدوي [١٨٥٢ع-١٩٣١ع]
  - فقير غلام علي مسرور بدوي [تفصيل الڳ صفحي تي]
- نياڻي
- نياڻي
- نياڻي

(ٻني گھر مان)

- نياڻي
- حاجي امام بخش خادم [١٨٦١ع-١٩١٨ع]
  - لطف الله بدوي ١٩٠٤ع- ١٩٦٨ع
    - احسان احمد بدوي ١٩٢٥ع-١٩٦٥ع
    - غلام احمد بدوي ١٩٢٩ع-١٩٩٧ع
    - نور احمد بدوي

(ٽئين گھر مان)

شاهنواز　غوث بخش　علي بخش　بخت علي　نياڻي　نياڻي

بغداد جي خليفي احمد کان ملتان جي احمد بدوي تائين جو شجرو، مرحوم محمد بچل جي ڏينهن ۾ ني ڪٽي گم ٿي ويو آهي. (مؤلف)

(ميان غلام علي مسرور فقير بدوي جو خاندان)

ميان رحيم بخش بدوي
(والد)
(١٨٥٢-١٩٣١ع)

- عبدالرؤف — ١٤-آگسٽ ١٨٨٥ع
- نياڻي
- شير علي — ١-جولاءِ ١٨٩٢ع
- ميان غلام علي مسرور فقير — ١٨٩٤ - ١٩٥٣ع
  - غلام دستگير (ننڍپڻ ۾ گذاري ويو)
  - نياڻي
  - نياڻي
  - نياڻي
  - رحيم بخش (ثاني) — ١٦-١-١٩٣٥ع
    - نياڻي
    - فياض
    - نياڻي
    - نياز
    - سلمان
  - نياڻي
  - احمد بخش — ١-٧-١٩٣٩ع
    - چار نياڻيون
  - لعل بخش — ٣-٧-١٩٤١ع / ١٧-١٢-١٩٨١ع
  - ميران بخش
    - بلال
    - اويس
    - نياڻي
  - بيدل بخش — ١١-٧-١٩٤٧ع
    - نياڻي
    - کنول مسرور
    - هنس مسرور
    - سائرس مسرور
    - پارس مسرور
    - نياڻي
    - کليات مسرور
  - نياڻي
- نياڻي
- قربان علي — وفات: ١٨ نومبر ١٩٠٥ع

احمد بخش "مثل مسرور" بدوي

# فقير ميان غلام علي مسرور

# "هڪ سنئو پيءُ"

قادر مطلق جي ڪائنات ۽ ڪلي مخلوق ۾ زمين ۽ آسمان به آهن. هن زمين ۽ آسمان ۾ بي موجودات سان گڏ حضرت انسان به آهي بلڪه سندس ڪردار تمام اهم آهي. هي ڪردار جيترو اهم آهي اوترو ئي عجيب ۽ پراسرار پڻ آهي جنهن جي ڪارنامن ۽ ڪرشمن جا بيشمار ۽ لاتعداد نتيجا پئي ڏنا آهن.

هي جو ڪجهه به ٿي رهيو آهي. يا ٿي چڪو آهي يا اڳتي هلي ٿيندو. سو سڀ هن انسان جو ئي عمل آهي.نتيجا سٺا مليا آهن، خراب مليا آهن، يا عجيب ۽ پراسرار مليا آهن تن سيني جو سهرو حضرت انسان تي آهي. اهو انسان ڇا آهي، ڪٿان آيو آهي، هتي ڇا ڪرڻ آيو آهي تنهنجي آگاهي خود پاڻ سان ڪٺي آيو آهي. اها آگاهي ڇا آهي. ڪيئن آهي، ڪنهن لاءِ آهي سا به ڪيس سڄي خبر آهي. هو ان تي سختي سان ثابت قدم رهي ٿو. يا وساري، جو ڪجهه به ڪرڻ گهري ٿو. تنهن جي نتيجي ڪان پڻ پوري طرح باخبر آهي. پر معاملو ڪجهه ان جي برعڪس به آهي مثال طور: هڪ ٻار ڇمي ٿو ته ڇٽڻ واري عورت کي تڪليف ٿئي ٿي بلڪه ڇاول ٻار تڪليف ڪان بي نياز آهي. حالانڪه تڪليف ٻنهي کي ساڳي آهي پر اها تڪليف ٻار جي مقابلي ۾ عورت کي تمام گهٽي محسوس ٿئي ٿي. ان ۾ ڪهڙي رمز پوشيده آهي. تنهن جي خبر فقط حقيقي حڪيمن کي ئي آهي. جيڪي پاڻي، هوا، مٽي باهه ۽ روشني جي اثرن ۽ نتيجن ڪان واقف آهن، يا اهي عارف جيڪي روح ۽ روحانيت کي سمجهي چڪا آهن ۽ ان ڪان به اڳتي پوري ربوبيت جو ادارڪ رکندڙ آهن ۽ پاڻ به انهي ئي رنگ ۾ يڪ رنگ آهن. المختصر

آگ لگي هي آڪاش ۾ برستي هين انگار،
سنت نه هوتي جگت مين جل مرتا سنسار.

آسمان ۾ باهه ٻريل آهي، اگرن جو مينهن وسي رهيو آهي، جيڪڏهن دنيا ۾ درويش نه هجن ته جيڪر سڄو جهان سڙي ختم ٿي وڃي.

درويش عالم جا آذار ۽ اجهو آهن، جيڪي نه فقط دنيا جهان لاءِ سهارو آهن بلڪه آخرت جي گرفت کان به محفوظ رهڻ لاءِ پوري طرح ڪوشان آهن.

اهي رهبر نه فقط رب پاڪ جا سفير آهن بلڪه هر دو جهان جي سفر ۾

انسانن لاءِ رهنمائي ۽ سهوليت پڻ مَيسر ڪندڙ آهن.

فقير ميان غلام علي مسرور عليہ رحمت، پنهنجي معاشري کي ماضي جي مثالن ذريعي هلندڙ دور جي حالتن کي حقيقت جي ڪسوٽي تي مهٽي، نج ۽ صحتمند آگاهي ڏني آهي، جنهن لاءِ سندس تصنيفون رهنمائيءَ جو ثبوت ڏينديون رهنديون.

فقير ميان غلام علي مسرور رحہ معاشري لاءِ پارس مثل هو، جنهن تحت سندس صحبتن ۽ سندس پيغام پڙهندڙ لاءِ لاڀ حاصل ڪيو، جن ۾ وڏي عمر ۽ اقبال جا مالڪ، عالم نوجوان ۽ شاگرد پڻ شامل هئا.

اهڙي طرح سرڪار مسرور پنهنجي خاندان کي بہ ان اقبال ۽ رفعت تي پهچائڻ تي چاهيو ان مان ڪهڙا نتيجا حاصل ٿيا، انهن سڀني معاملن تي روشني وجهڻ ڪو ٿورو ڪم نہ آهي تنهنڪري هت فقط هڪ اشارو "سنوِ پيءُ" جي اهڃاڻ بابت چند ڳالهيون پيش ڪجن ٿيون.

فقير مسرور رحہ کي پنج پٽ ۽ پنج نياڻيون هيون. پٽن مان آءٌ سندس ٻيو نمبر آهيان منهن جي ڄمڻ جي وقت کان وٺي جنهن طور طريقي سان پرورش ڪئي وئي اها سڄي ڪتنب لاءِ ساڳي طرح جي هئي. جنهن ۾ ڪنهن بہ گهٽ وڌائي ڀيائي ڪراهت جو عنصر بلڪل ئي نہ هو. مان تہ ڪٿي تمام اوائلي صغيري ۽ طفلي سبب پنهنجي يادداشت سانديي نہ سگهيس پر گهر جي عمر رسيده عورتن مان گهڻو ڪجهہ معلوم ٿيندو هوم.

فقير مسرور رحہ حڪمت ۽ طبيعتن جو بہ وڏو ڄاڻو هو. هُو ٻار کي ڄمڻ کان وٺي چاليهن ڏينهن تائين نہ ڪنهن کي ڪڻڻ ڏيندو هو ۽ وري نڪو ڏسڻ ئي ڏيندو هو. فقط ماءُ ۽ دائيءَ ٻار کي ڪٽي ڏسي ۽ ان جي وقت سر سنڀال ڪري ٿي سگهيون. گهر ۾ مستقل طور تي رهندڙ تہ ان رهڻي ۽ رويي تي هريل هئاسين بلڪ ٻين لاءِ بہ اهو ئي چاهيندا هئاسين. ساڳئي وقت ان کي تمام سنو سمجهندا هئاسين ان پالنا جي طريقي سان ڪو بہ ٻار شروعات جي چاليهن ڏينهن اندر بيمار نہ ٿيندو هو.

مون کي پوري طرح ياد آهي تہ منهنجي ڀاءُ بيدل مسرور جي ولادت جو وقت جڏهن قريب ٿيو، ان وقت منهنجي عمر اٽڪل نون سالن جي ويجهو هئي ۽ مان پنهنجي محلي جي اسڪول ۾ ٽيون درجو پڙهندو هوس.

فقير بابا انهيءَ ڏينهن گهر ۾ داخل ٿي معمول مطابق وڏي پيار ۽ پاٻوهہ سان مليا. اسان ننڍن کي پيار ۽ چميون ڏنائون اهڙي طرح هر هڪ گهر جي ڀاتيءَ سان بنا ڪنهن امتياز ۽ ويڇي جي ملي پيار ڏنو.

فقير بابا مسرور ان دوران فرمايو ته مون ڏنو آهي ته فقير جي ڪلهن تي هڪ سدا ملوڪ من مهڻو ٻالڪ آهي. جيڪو منهنجي طرف وڌندو ٿي آيو. ان فقير سان گڏ ويراڳي فقير راڳ سماع به ڪندا ٿي آيا. اهو مالڪ مون کي ڏئي پاڻ وري واپس هليا ويا. ان تي منهنجي وڏي ڀُڦي پڇيو ته اهو وري ڪهڙو فقير هيو؟...... فقير بابا ان جو ڪيس ڪو به جواب نه ڏنو فقط ايترو فرمايائين ته سندس نالو بيدل بخش رکجو ۽ ٻئي ڏينهن 11 جولاءِ 1947ع تي ڄاءُ ڄائو. ان ڏينهن اسان جي نانيءَ جي ڀيڻ ناني گهر ۾ جيئن داخل ٿي، تيئن ئي مسرور بابا چيو ته ان کي ٻار ڪٽڻ نه ڏجو. چاليهن ڏينهن تائين انکي نکو ڪٽي ۽ نکو ڏسي! بابا سائين جي گرجدار آواز سبب منهنجو منهن لهي ويو. اچانڪ مون ڏي منهن ڪري هڪدم وٺي هنج ۾ ڪنيو ۽ ايترو ته پيار ۽ بوسا ڏنائين، جو هن وقت به جڏهن اها گهڙي ياد پوندي آهي ته فقط هڪ ڪيفيت محسوس ڪندو آهيان. بلڪ ان جي اظهار کان معذور رهجي ويندو آهيان.

ان دوران فقير بابا فرمايو ته ٻار جي جلد تمام حساس ٿيندي آهي. ڪو به ماٺهو ڪيس ڇُهندو ته ان جي غلاظت ٻار جو جسم چوسي وٺندو آهي ۽ ٻار بيمار ٿي پوندو آهي. ڏس ته تنهنجي جسم تي ڪيترن سالن کان خراب ملو ۽ خارش آهي. توکي به منهنجي روڪڻ جي باوجود ڪٽي چميون ڏنيون هيون.

بابا مسرور سرڪار جي انهن لفظن مون ۾ هڪ قسم جو ٻرقي جوش جاڳائي وڌو، مان هڪ دم ماءُ ۽ ڀاءُ جي ڪٽ وٺ وجي بيٺس جيئن ئي ناني سڳوري ويجهي پهتي ته مون ڪيس زوردار چڪ وڌا، هن مون کي چنبا هنيا، مان روئندو به رهيس ۽ هن کي مسلسل چڪ هڻندو به رهيس. گهر جي ٻين ڀاتين ناني سڳوريءَ کي ڏاڍو نِنديو ته هن ٻار کي ڪيترا ته چنبا هنيا اٿئي. تنهنجو ٻارکي ڏسڻ ٿيو، ٻارن کي کَهَڻُ! ان بعد ناني سڳوري اسان کان هميشه لاءِ ناراض ٿي وئي. نيڪ روشن هجي ته اها خارش جي بيماري مون کي چوڏهن سالن جي عمر تائين بلڪل برقرار رهي.

جيڪب آباد جي اتر ۾ عمراڻي پور آهي جتي سيد صوفي سردار انور علي شاهه بخاري جهانپوري لڳ ميرپور ماٿيلي وارو پهتل هو، اتي فقير چاڪر خان عمراڻي المعروف شائق فقير جو اوتارو هو، جتي سرڪار انوار شاهه قلندر رهيل هو. ان عمر دوران اتي وڃڻ ٿيوم.

جتي سرڪار جي قدم بوسيءَ کان مشرف ٿيس. پاڻ ڏسندي ئي فرمايائين

تہ اگ بہ توکي دعوت ڪارائي آهي. هاڻي بہ اسان جي دعوت ڪئو. پاڻ پنهنجي منظورِ نظر فقير مگهن سائين کي فرمايائون تہ بسڪوٽ ڪيي هن محبوب کي ڏيو تہ ڪائي، اهي بسڪيٽ سکر جي J.B جي بي منگهارام ڪمپنيءَ جا هئا. بهرحال اهي سڀ جا سڀ ڪائي ورتا. ان دلربائي دعوت دوران سرڪار انوار سردار ڪچهري ڪندا رهيا. چوڻ لڳا تہ هڪ لڳا اسان شڪارپور پهتاسين جڏهن مسرور جي اوتاري ويجهو پهتاسين تہ ڏٺوسين تہ مسرور رحہ ستار وڄائڻ ۾ ايترو تہ محوَ هو جو سندس جا زلف مبارڪ بہ کلي چهري تي اچي ٿي پيا. اسان موقعو وٺي موٽي وڃڻ ٿي چاهيو جڏهن اوهان جي محلي جي ٿلهي تي پهتاسين تہ مسرور رحہ آواز ڏئي چيو.

ڍولا ترسي مئن ترڻ نہ ڏيسان، گهن گهوڙي دي واڳ وليسان

من موهڻي ۽ مٺي آواز اسان کي ايترو تہ مجبور ڪيو جو ان ٿلهي تي ويهي رهياسين. فقير صاحب کي هڪ چينيءَ جو ڊش هٿ ۾ هو ۽ توکي (مون لا) هڪ ريشمي فراشي هٿن ۾ هئي. جيڪا مسرور توکان وٺي هڪدم ان ٿلهي جي مٿيءَ مٿان وڇائي ۽ فرمايائين ميلاپ جو هڪ سيڪنڊ بہ سون صدين کان وڌيڪ آهي، جنهن بعد تنهنجي لاءِ (مون لاءِ) خارش جي بيماري دفع ٿيڻ لاءِ دعا ۽ تعويذ جي طلب ڏيکاريائين مون چيو تہ فقير سرڪار تعويذ ۽ دعا تہ هي پاڻ آهي باقي اسان پنهنجي بچت ننگر هن کي ڏيون ٿا. سرڪار انوار سردار فرمايو تہ جيستائين تو اهو ڪائي پورو نہ ڪيو تيستائين فقير مالڪ مسرور سان ڪچهري جاري هئي."

بهرحال جيڪب آباد جي ڪچهريءَ کان بعد مون کي محسوس ٿي نہ ٿيو تہ اها ملي ۽ خارش واري بيماري ڪيئن رفع دفع ٿي، جنهن جو پيو کو بہ سبب منهنجي يادداشت ۾ باقي نہ رهيو. ساڳئي وقت ڪاٻي ڪن جي نشان کان سواءِ جسم تي ان بيماري جو ڪو بہ نشان ۽ داغ نہ رهيو.

فقير مسرور بابا ڪا بہ شيءِ جيڪڏهن وٺي ڏيڻ چاهيندو هو تہ اسان کي بازار ۾ گڏ وٺي هلندو هو. جيڪڏهن گهر ۾ ڪو اعتراض ڪندو هو تہ پاڻ فرمائيندو هو تہ ٻارن کي بازار ۾ ساڻ وٺي وڃڻ سان بہ فائدا ملندا؟ جيڪڏهن نہ تہ بہ تڪليفون پيدا ٿينديون. ٻهريائين تہ اها ڳالهہ سمجهہ ۾ ئي نہ ايندي هئي، پر پوءِ جڏهن پڦي صاحبہ پنهنجي شئي تي اعتراض ڪندي هئي تہ بابا کي بازار جا بہ پند ڪرڻا پوندا هئا.

بازار ۾ وڃڻ دوران ڪافي ماڻهو بابا مسرور سان ملندا هئا ۽ ملڻ سان عجيب عجيب سوال پڇندا هئا. پاڻ دلجمعيءَ سان بيهي انهن کي مطمعن ڪندو هو.

اسان ٻارن کي اسڪول ۾ داخلا وٺي ڏيڻ لاءِ پاڻ هلندو هو، اتي پهچي ماستر صاحبن کي سندن ذاتي علمي واڌاري لاءِ ڪتاب به سوکڙي طور ڏيندو هو.

اسان جي اسڪول ڪان موٽڻ بعد سهڻي خوشخطيءَ ۾ اسان جا سبق لکندو هو. ساڳئي وقت درسي نظم ۽ بيت مٺي آلاپ سان ڳائيندو هو. جنهن سبب اسان ۾ تدريس جو شوق تمام زور وٺي ويندو. نيڪ روشن هجي ته سواءِ ميٽرڪ جي امتحان، مون کي هر امتحان ۾ پهريون نمبر ملندو هو ايتري قدر جو اديب فاضل جي امتحان ۾ پوري سنڌ اندر مون کي پهرين پوزيشن ملي جنهن سبب سرڪار نامدار مون کي ايوارڊ پڻ ڏنو؟

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته فقير بابا جڏهن جڏهن سرڪاري نوڪري ڪان رٽائر ٿيو ته اسڪول في معاف ڪرائڻ لاءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول هليو، اتان جي هيڊماستر موسوي صاحب کي درخواست عرض رکيائين مون کي پوري طرح ياد آهي ته موسوي صاحب ڪيس ڪتو جواب ڏنو ۽ في معاف ڪرڻ ڪان انڪار ڪيائين. جنهن بعد بابا اسان کي ڪلاس تائين پهچائي واپس وريو.

جڏهن اسين اسڪول ڪان گهر واپس آياسين ته بابا ڪجهه لکي رهيو هو. مون ويجهو وڃي ڏٺو ته پاڻ هي شعر لکي رهيو هو.

جنهن جي به گهر ڪچي سا اڪثر نٿي ملي
هيهات فڪر ان ۾ ڪاير نه ٿي ملي
فيءَ جي نه ٿي معافي ان بي سفارشي جي
مورت ڪا مهر واري چاتر نه ٿي ملي. 1951.10.6

مسرور بابا جو راڳ ويراڳ سان بيحد لڳاءُ هو، پاڻ ان دور جا مروج سيئي ساز وڄائيندو ۽ انهن تي ڳائيندو هو. مان بيو سنڌي پڙهندو هوس ان دور ڪان وٺي مون کي گڏ وٺي ويندو هو ۽ محفل ۾ هارمونيم کولي، پنهنجو سر ڪڍي ڏيندو ۽ مان فقط ڌنوڻ جي هوا ڦوڪيندو رهندو هوس. فقير مسرور بابا کي سيني سازن ڪان وڌيڪ ستار وڄائڻ جو شوق هو، مان ڏسندو هوس ته استاد سينڌو خان ۽ نيڪ محمد خان اوڊو به فقير سائين جي ستار ٻڌڻ ايندا هئا. بعد ۾

ذڪر ڪيل استاد بہ ستار وڄائڻ لڳا ۽ تمام مشهور ۽ ماهر استاد ٿيا.

فقير مسرور سرڪار کي پنهنجي پير و مرشد حضرت قادر بخش بيدل رحمت الله جي درگاه مان پاڪر طور الفي (جيڪا شروع ۾ شاهہ شهيد سيد عنايت الله شاهہ جهوڪ واري کان مير جان محمد شاهہ رضوي کي عطا ٿيل هئي) ڏني وئي هئي. اها الفي اڃان تائين مون وٽ محفوظ ٿيل آهي.

حضرت مرشد بيدل سرڪار جي عرس مبارڪ تي مسرور بابا اها ذڪر ڪيل الفيٰ پائيندو هو پيرن ۾ ڇير وجهي زلف کولي نياز منديءَ جي نرت وجهندو هو. ان دوران سندس حسن و جمال ۽ عشق لازوال حدون اورانگهي ڪٿي جو ڪٿي وڃي رسندو هو.

فقير بابا، پنهنجي پير و مرشد جي عرس تي اسان سڀني يائرن کي وٺي هليو. ڪنهن کي خبر هئي تہ اسان لاءِ بابا سان اهو آخري سفر هوندو.

عرس مبارڪ جون روايتون معمول مطابق هلنديون رهيون. آخري ڏينهن منجهند جو قلندري ڌمال ٿي. ذڪر ڪيل ڌمال سيد نواب شاهہ سڪايل جي مزار آڏو هڪ ٿلهي ويجهو ڪئي ويندي هئي. ان ٿلهي تي ٻارنهن نغارا رکي وڄايا ويندا هئا. ان ٿلهي سان گڏ هڪ شاهي علم (لال شهباز جي علم جيڏو) نصب ٿيل هو. جيڪو ميان سبحان بخش هڪ مولويءَ جي مريدي اختيار ڪرڻ بعد شهيد ڪرائي ڇڏيو ۽ پاڻ ڪيترو وقت گمناميءَ ۾ وڃي ويٺو.

ڌمال دوران مسرور بابا مون کي هڪ اسم ڏسيو جيڪو مان دل ۾ پڙهندو رهيس. ڌمال بعد سڄو فقراه بارگاه حضرت بيدل رحہ ۾ دعا لاءِ داخل ٿيو. جڏهن مسرور بابا درگاه جي ڪٽهڙي ويجهو پهتا تہ مدح پڙهڻ شروع ڪيائين ۽ مون کي ٻانهن کان وٺي پنهنجي اڳيان ٻيهارياءين. مدح پڙهڻ دوران مسرور بابا جي اکين مان ڳوڙهن جا چڻ تہ نيسارا جاري ٿي ويا اهي ڳوڙها منهنجي مٿي کي پچائي رهيا هئا. ڪنهن وقت مون بابا جي طرف مٿي منهن ڪري ڏٺو تہ هڪ آنسوئن جي قطار منهنجي اکين ۾ ڪِري وئي، جنهن سبب منهنجيون ٻئي اکيون بند ٿي ويون، اکين ٻوٽجڻ کان پوءِ ڇا ٿيو.....!

حَبيَنِ هيڪار منجهان مهر سڏ ڪيو،
سو مون سڀ ڄمار اورڻ اهو ئي ٿيو.

# فقير غلام علي "مسرور" بابت دانشورن جا رايا

فقير غلام علي "مسرور" تمام وڏو شاعر هو. هُو انهن شاعرن مان هو، جن کي مفکر شاعر چئبو آهي. هونءَ به شاعري بذات خود مفکري آهي. فقير مسرور تصوف جي ان پهلوءَ کي پنهنجي شاعريءَ ۾ آندو آهي. جنهن پهلوءَ جو علمبردار شيخ اکبر محي الدين ابن عربي ۽ منصور حلاج هو. اهو سمورو فکر وحدت الوجود جو آهي. هو وحدت الشهود جو انکاري هو. وحدت الوجود جو نظريو پنهنجي قدامت وانگر سنڌ ۾ آڳاٽو آهي. شاهه عنايت صوفي، شاهه لطيف، سچل سرمست ۽ حضرت قادر بخش "بيدل" ان نظريي جا سرپرست هئا. اسان جو فقير غلام علي "مسرور" به انهن جو تسلسل هو ۽ وحدت الوجود جو سرپرست هو. هو وڏو باشعور هو ۽ سندس زمانو پهرين جنگ عظيم کان ٻي جنگ عظيم تائين وڏيءَ اٿل پٿل وارو زمانو هو ۽ خصوصاً سنڌ ۾ ارغونن، ترخانن ۽ افغانن جي ڌاڌاين سبب اسان جي وحدت الوجود جي نظريي جي ڦهلاءَ ۾ جيکي رنڊ کون پيون، سي فقير صاحب جي دور ۾ به عظيم جنگين ۽ انگريزن جي اچڻ سبب پيون ۽ ان کٺن زماني ۾ فقير "مسرور" ان جي سرپرستي کري، جنهن دانشمندي ۽ دانشوريءَ جو ثبوت ڏنو آهي، سو اوهان ۽ اسان اڳيان فخر لائق مثال آهي.

فقير سائين جي شاعريءَ جي اپياس ۽ ان جي ارٿ يا مفهوم تائين رسائي حاصل کرڻ لاءِ کي دانشورن جون بيٺکون ٿين، کي چاٽن جون محفلون ٿين، جن ۾ سمجهجي ته "حيرت ڇا آهي؟" "همه وارو حال ڇا آهي؟" "خودي ڇا آهي؟" "پاڻي بنا نه پسجي وارو" منظر کهڙو آهي؟" "درد ڇا آهي؟" اهو کهڙو درد آهي، جنهن لاءِ فقير سائين هميشه اضطرابيءَ واري کيفيت ۾ رهندو هو. حالانکه اها به ته درد واري کيفيت آهي. ان درد جي وصف ڇا آهي؟ کهڙي آهي؟ کتابن ۾ کيئن اچي ٿي. فقير سائين وٽ ان جي وصف کهڙي هئي. انهن سيني نقطن کي نروار کرڻ لاءِ اچو ته گڏجي انهن چاٽن وٽ هلون. انهن کان سکون ۽ سمجهون.

فقير صاحب جو جيکو فکر آهي. ان ۾ ئي اسان جي نجات آهي. ان ابن عربي واري، شاهه لطيف، واري فکر ۽ واٽ ۾ ئي سنڌ جي سياسي، اقتصادي، سماجي ۽ معاشي ڇوٽکاري جي ضمانت آهي.

فقير ”مسرور“ پنهنجي دور ۾ ان نظريي خلاف ڪجهه به نه ٻڌو. جتان به ڪو آواز اٿيو. هن ان جو جواب ڏنو.

خودي ڪو ڪر اتنا بلند ڪه هر تقدير سي پهلي،

خدا بندي سي خود پوچهي، بتا تيري رضا ڪيا هي.

ان شاعر کي فقير جواب ڏيئي پنهنجي دور جي ذميواري پوري ڪئي

خود ماري، رهي بيخود وڃو ٿي خود خدا کان وڃ ـ خدا به جيئن چوي منهنجا خدا تنهنجي رضا ڇا هي.

اهڙن الاهي گهڻن پڙاڏن جو جواب فقير صاحب جي ڪليات ۾ ملندو.

مسرور فقير جي ڪلام ۾ شاعريءَ جي خوبين کان سواءِ فڪر جا به املهه نقطا آهن، سندس فڪر شاعريءَ جو چمڪ آهن.

مٿائي جي جو نقطو مٿان ڏيئي وجهي جهاتي،

پتولهه هاڻ تان، تو ۾ جدا ڇاهي، خدا ڇاهي.

مان اوهان جو ٿورائتو آهيان، جو اوهان اوشاق جي ميڙ جي صدارت مون کان ڪرائي آهي. مون کي هن وقت شيخ محي الدين ابن عربي جو قول ياد آيو آهي ته: الولد سيرت التوبه يعني پٽ پنهنجي والد جو ڳجهه هوندو آهي. اها حقيقت آهي. تصوف، ويدانيت ۽ محبت جي پرچار لاءِ جيڪي دليل بيدل سائين وٽ آهن، جيڪا علميت بيدل سائين وٽ آ، اها شايد ڪنهن شاعر وٽ هجي، مون عرض ڪيو ته فرزند پنهنجي والد جو ڳجهه ضرور ٿيندو آهي. ظاهر ۾ فقير سائين، رحيم بخش بدويءَ جو پٽ هيو، پر انهن جو روحاني لاڳاپو بيدل سائين جن سان هو ۽ انهن کان عشق جي عنايت گهريائون ۽ جڏهن اتان عشق جي عنايت ٿي، تڏهن پاڻ ئي وڏو بار محسوس ڪيائون. بيدل سائين جو جانشين حضرت بيڪس سائين، جنهن جوانيءَ ۾ هي دنيا ڇڏي هئي، مسرور بابا ٻنهي جو بار پاڻ تي محسوس ڪيو ۽ هڪڙو وڏو بار هو. تصوف جو، محبت جو، عاشقيءَ جو ۽ ان کي جنهن نموني سان ۽ ان علميت واري انداز ۾ بيدل سائين واري رنگن سان مسرور سائين نڀايو آهي. مسرور سائين بيدل جا تسلسل هئا. اسان جي اها خوش نصيبي آهي جو بيدل سائين جو تسلسل اسان جي شهر ۾ آهي.

**”ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو“**

مسرور فقير سنڌ جي عظيم صوفي شاعرن جي لڙي جو شاعر آهي، سنڌي ڪلام جي رنگيني ۽ معنيٰ گهڻو ڪجهه ويچارڻ تي مجبور ڪري ٿي. مسرور فقير لاءِ مان ايترو چوندس ته انسانيت جو شاعر هو.

**”آفتاب احمد سومرو“**

جڏهن مسرور فقير چنڊ ڳوٺ جي ٽپي تي ٽپيدار ٿي آيو، تڏهن سندس حسن جي اها جاذبيت هوندي هئي، جو ماڻهو ان ڏانهن ائين ڇڪجي ويندا هئا، جيئن مقناطيس ڏانهن فولاد. مگر ان هوندي به سندس زندگي بي داغ هئي.

**مرحوم ميان واحد بخش ڦلپوٽو**

مزي جي ڳالهه اها هئي جو روبرو ته "مسرور صاحب" جي منهن يا اکين ۾ نهاري نه سگهندا هئاسين، پر بمبئي، (هندستان) ۾ ڇپايل، شينهن واري کل تي نڪتل تصوير جي اکين ۾ نهارڻ مشڪل آهي انهيءَ تصوير کي توهان ڪهڙي به جاءِ تي رکو. "مسرور صاحب" جون اکيون اوهان کي سدائين سحر ۾ ڏيا جو حساس ضرور ڏياريندي يون.

**مرحوم لعل بخش لعل**

سندس عشق جي آستاني ۾ هڪ عاليشان پلنگ رکيل رهندو هو. جنهن تي ويهي پاڻ ستار وڄائيندو هو ۽ ستار وڄائڻ کان پوءِ ان کي انهيءَ پلنگ تي ئي رکندو هو، جنهن پلنگ تي "فقير مسرور" کانسواءِ ٻيو ڪو به نه ويهندو هو. نهي پلنگ جي ٻنهي پاسن کان ديوارن ۾ به وڏيون الماريون لڳل هونديون هيون، جن ۾ قد آدم آئينا لڳل هوندا هئا. جڏهن پاڻ ستار وڄائيندو هو ته هڪ ٻئي جي سامهون وارن آئينن ۾ هڪ عجيب طلسماني منظر ٺهي پوندو هو، ائين لڳندو هو، ڄڻ ڪيترائي "مسرور" ويٺا ستار وڄائين."

**رحيم بخش بدوي کان مليل روايت**

فقير "مسرور" ڪمال جو شاعر هو ۽ ڏاڍو سريلو ڳائيندو هو. سندس اوطاق تي هندو، مسلمان ڪٺا ٿيندا هئا. شڪارپور جي شهر ۾ اهڙن لاهوتي سڄڻن جي ڪري ئي حياتيءَ جو لطف هوندو هو. جتي صوفي لام جي ڪچهري لڳي پئي هوندي هئي، "فقير مسرور" شاستري سنگيت جو به وڏو ڄاڻو هو، پر ماڻهو سندس دلي ۽ يڪتاري واري محفل ۾ سندس واتان صوفياڻا ٻول ٻڌڻ لاءِ بيقرار هوندا هئا.

**لوڪرام ڏوڏيجا**

چانڊوڪي رات هئي. هو پنهنجي محبوب "بيدل" ڏانهن منهن ڪري، بيدل جو ڪلام آلاپي رهيو هو ۽ سندس چانديءَ جهڙا اڇا وار، چنڊ جي چانڊوڪيءَ ۾ چمڪي نور جي ڏارائن جي ڏيکاري ڏئي رهيا هئا. چهرو ٻهڪي رهيو هو ۽ ان مان

نور بکي رهيو هو. هو پنهنجي حال ۾ محو هو. سندس آواز ۾ سوز ۽ سر ۾ درد هو، جو سامعين کي مست بڻائي رهيو هو.

"ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي"

# فقير مسرور جي وڏڙن جي مزارن مٿان لڳل ڪتبا









# مداح

ٻڌي ٻانهون تنهنجي در تي، ڪيان فرياد اي بيدل،
خدا جي واسطي مونکي ڪيو ارشاد اي بيدل.

نہ طالب دين دنيا جو نہ ڪي عقبا سندو آهيان،
فقط مون ذوق جو ذرڙو ٿئي امداد اي بيدل.

نہ ڪر محتاج مون ڪنهن جو، بچايو شر شيطان ڪان،
ڪيو هن دانهن منهنجيءَ جو سگهوئي داد اي بيدل.

نہ مون ۾ حال آ ڪوئي نہ ڪي آ مون ڪمايو ڪجهہ،
اجائي عمر حرصن ۾ ڪيم برباد اي بيدل،

محبت عشق مولا جو عطا قطرو ڪري سائين،
نوازي هن طرح نوڪر، ڪيو دل شاد اي بيدل.

پلايو پيال ڪو پنهنجو، وسايان وحدتي ويڙهو،
ڪيو هن ڪوٺ ڪثرت ڪان ڪڍي آزاد اي بيدل.

# ڪافي

آيو عشق حضرت لڪين لطف پانيان،
سبب کهڙي سرتيون مان لوڪون لڪايان.

سڌ سور واري جيڏيون نہ اوهان کي،
جيڏيون نور نعمت بره تي مان پانيان.

جڻيا ءِ مڻيا جڙيم جسم تي مان،
پائي عشق الفي، لڳين خاڪ لايان.

هزارين هٿن ۾، لکين ڳچيءَ ڳانيون،
سندي ڇير سورن، پيرن ۾ پايان.

"مسرور" مون کي ڏنو آ عجيبن،
سندو ڏاج ڏکڙن ڇمي سر تي چايان.

بچايو مون **بيدل** جيڏيون بره باري،
کري تنهن کي کچ ۾ مان قربئون کڏايان.

# ڪافي

في الحال تي فراغت، صلوات ۽ ذکر کون،
اسلام سان نہ نسبت، ڪٽ ڪفر جي اکر کون.

ڇڏياسي لاڳ سڀ لاهي، سنسار نا سيبائي،
خيشي نہ چاٽون چاهي، بيزار سڀ بشر کون.

برهون پڳا سي پولا، سڀ وهم هي وڃولا،
چاٽون رواج رولا، خوش خاص هون خبر کون.

شريعت کان پي قرياسي، هي هو ٻئي ڇڏياسي،
پرپور تي وياسي، بيدل سندي نظر کون.

مئخاني رخ رکيوسي، تسبيح کي ترک کيوسي،
"مسرور" منهن مٽيوسي، مسجد مڙهي مندر کون.

# فارسي

دلربا بردر شما' من آمده ام — آمده ام۔
دست بستہ بے سروپا' ایستادہ ام — ایستادہ ام۔

با ادب باصد نیاز ' گردن خود از مدت'
بردر تو مہ لقا بنھادہ ام — بنھادہ ام۔

نا جواب و با ثواب کردی عطا مارا صنم،
صد نوشتہ دل کشہ ' فرستادہ ام — فرستادہ ام۔

چشم خود را شاہ خوبان من طرف قصر شما،
از برائے دیدنی ھا' بکشادہ ام — بکشادہ ام۔

وائے من "مسرور" دل رنجور از مدت مدید،
بردرت "بیدل" شھا، افتادہ ام — افتادہ ام۔

# رسن واٽي

آج سکھی گھر میرے سادھو' سنت سری جن آیا۔

نام نرنجن بیکھ بیراگی صورت سانگ بنایا'
ہاتھ میں منڈل گل میں کفنی '' ماتھے تلک لگایا۔

آون سون اس سادھو کے ' پانچ مترنس جایا'
پانچ گئے تو لاکھ پدھارے ' ہویا بھاگ سوایا۔

جوت جگی رس رام لیا' گردیو نے درس دکھایا'
سات جنم کی سرت پڑی ' من سمجھیں سمجھ سجایا۔

پیر محمد، کان کنیہ، میرے کیول بھول بھلایا،
دیکھا ایک براجی پھر کر، لاکھ چوراسی کایا۔

"غلام علی" گرساکھی "بیدل" براہم کا بھید بنایا،
چیت من اندر ایک اور پس سرور یا پک پایا۔

# هندي

من مندر کا ہوں شیوادھاری، جس میں ہویا براجی،
آکر گوکل سے گردھاری۔
اس مندر کی ہے اکھٹ کہانی، جانے کوئی دیکھے دھیانی،
دونین سے نرانکاری۔
ہر پنڈ اس کا مندر دیرا، ہم میں پرگھٹ کیول میرا،
کرے "ہر" کی کون شماری۔
"ہر" کی موہن مورت دیکھی، سندر یہ ست صورت دیکھی،
اک سے دوجی نیاری۔
پریم سے پایا پریم کا مندر، پریم ہے ساکھی پریم ہے گردھر،
پریم کا ہوں پوجاری۔
گردھر اچرج کھیل کھلایا، داتا سے بن داسی آیا۔
ہویا آپ بکھاری۔
آپے ساکھی آپے ساکھیا، آپے آگی آپے آگیا،
آپے آگیاکاری۔
سورج "بیدل" سنگر میرا، "غلام علی" من قطرہ میرا،
سنگر کی بلہاری۔

## Poem by Ghulam Ali Masroor Fakeer

- Die before you may die
- Loose yourself that is body and brain
- Loose these two and millions you again
- Gain my dear then always alie.

- Jump in the bottomless ocean of unity
- Do not wonder or worry of plurality
- Say not so that what or why.

- Case of Hillaj comes over when
- Really remains no more then
- This and that too your nor I.

- This is the message to be happy and gay
- Get this way go night and day
- Immortal life always enjoy.

## داستان بيڪس

١. بيڪس جيان بازار ۾، مون ڪي نيو نينهن،
ڳالھ انھيءَ ڳجھ جي، ڪاڪيون ڪنديس ڪيئن،
مينهن متئون مينهن، انا محبت موج جا.

٢. مومل من مريض، راڻو راحت روح،
هيڏانهن هوڏانهن پاڻهي، مانجهي سو ممدوح،
مصرع هي مطروح مليو بيڪس بزم مان.

٣. سمجهيم بيڪس بزم مان، راڻي سندو راز،
تان قالب خاڪي ڪاڪ جان، اندر مومل من مجاز،
راڻو روح رمئيو، ناتر نفسي ناز،
مڙيوئي آهه ميندرو، باري بي نياز،
سومل سي ئي ساز، جنهن ڪان مومل من ماتام ۾.

۴. وڏ ڦـڙو وسـي پيـو، زور زميـن تـي اچ،
ملڪ دلين جو "مسـرور" ٿيو، در در دهلن ڌچ،
هاڻ رمز انهيءَ رچ، ماڻ ڪيو تون من سـان.

۵. تت نـہ تڪيـو ڪنهـن جو، جاتي جوڳيـن جوءِ،
رهـن راوت اتهيـن، جت باس نـہ ڪنهـن جي بوءِ،
خاصن جي خوشـبوءِ، معطر ملڪ سـچو ڪيو.

۶. جوڳـي جفـائون ڪـري، آيـا منجهـہ ادب،
سـدا رهن سـجود ۾، ڇڏي ڪل ڪسـب،
احسانيـون عالـم تـي، ڪامل ڪرن قرب،
اهڙا مانجهي محب، اڳي عالـم ۾ مڪا.

۷. سچا عاشق ساهہ ڪٽي، ڪڏهن نہ ڪن ڪچي،
سانڍيو سانڍين ساهہ ۾، سرڪـڻ ڳالهہ ڳجهي،
محـبتي ميـدان ۾، اڳـرا ٿيـا تہ اچي،
رنـگ ربـوبـيءَ رچـي، سـدا رهـن صبـر ۾.

۸. ٻڌي ڳالهـہ پيـس، ڏوڪـي هـن درياهـہ ۾،
ٻڌڻ ڪـان ٻانهون هٽي، تانگـهي منجهہ تريس،
هٽـي هـٿ هـلاڪ ٿي، ڇڪـجي چور ٿيـس،
ويـو پـل ٻانهـن جـو، وس ڪـان هـاڻ ويـس،
لهرين منجهہ لڙهيس، ڇڪجي ڇوهين ڇولين ڪان.

۹. لـهرين منجهـہ لقاءُ، پسيـم ٿـي پرينءَ جو،
پيـو ڪـو نـہ سمـاءُ، ڇڙهـي ويـر وحـدت جي.

۱۰. ڇڙهي ويـر وحـدت جـي، وسـري سـڀ وائـي،
موٽـيس ماڳ انهيءَ ڪان، جتـان وير وري آئي،
اتـي همـت هـوش جـي، رهـي نـہ رسائـي،
لهرين منجهہ لڙهيس ٿي، ڪل نـہ رهي ڪائـي،
عجـب اهائـي، آڪاٽـي آهـہ عـميـق جـي،

١١. اونهي بحر عميق جي، لهرين ۾ لهجي،
رنگ رطوبت سارو، حال ويو هيجي،
هئڻ سڀ هڇي ويو، دهشت کان دهجي،
ڇوهه سبب ڇڪجي، پيس سنئون ٿي سير ۾.

١٢. پيس سنئون ٿي سير ۾، لتو جيئڻ جو لاڳ،
پينر اهڙو پاڳ، پاڳين پاڳي ملي.

١٣. پاڳين پاڳي ۾ پيو، سير تڪيءَ جو سير،
ڦبي هٿ نه اتهين، نڪي ٽڪي پير،
غرض رهيو نا غير سير تڪيءَ جي سير ۾.

١٤. سير تڪيءَ جي سير ۾ ويس ٿي لڙهندو،
ٻڏندو ۽ ترندو، پيس وجي ڪن ڪين ۾.

## متفرق بيت

١. ڪوڙيون ٻڌي ڪمر، ڪاهي هليون ڪيچ ڏي،
ظاهر زيب گهٽو رکين، پر اگهيو منجهه اندر،
موٽيون مهاندر، پسي سور سفر جا.

٢. هلنديون سي هوتن ڏي نيو جن کي نينهن،
ڪچان ته نوڪن ڪيتريون پر ڪوڙيون هلنديون ڪيئن،
اڄ سيان پرهينءَ، پاڙهيءَ ٿينديون پڌريون.

٣. وسرن ڪين وساريان، ڏور ٿيا ڏيهي،
وينئي نت واجهائيان، واٽن تي ويهي،
ايندم شال پيهي، اڱڻ آسروند جي.

٤. سهڻي ويل سين ۾، اصل آهي آسا،
ڪي مرد خدا جا خاصا، ملهائيندا ان مهل کي.

# مارڳ محبوبن جو:

# احوال زندگي

# حضرت امير كبير سيد علي همداني رح

توصر علي ابڙو

پيدائش : ٧١۴ هه / 1314 وفات: ٧٨٦ هه / 1384ع
جاءِ پيدائش: همدان ايران مدفن: ختلان كولاب تاجكستان

سندن ابا ڏاڏا همدان جي حڪومت جي اهم عهدن تي فائز هئا پر پاڻ فقيري راه اختيار ڪيائون ۽ طريقهءِ ڪبيريه سان منسلڪ ٿيا. روحاني تربيت شيخ نقي الدين علي دوستي ۽ شيخ محمود مزد قاني کان حاصل ڪيائون ۽ ويهن سالن تائين دنيا جو سير ڪيائون هڪ روايت آهي ته پاڻ پوري دنيا جو ٽي دفعا سير ڪيائون سفر جي دوران ڪيترن ئي اوليائن ۽ درويش سان ملاقات ڪيائون.

چاليهن سالن جي عمر ۾ واپس همدان آيا ۽ شادي ڪيائون.

اڳتي هلي ڪجھ سفرن ۾ امير تيمور سان اخلاف ٿي پين جيڪو پوءِ سندن مريدپڻ ٿيو. پاڻ اٽڪل ٽي دفعا ڪشمير آيا ۽ اسلام جي تبليغ ڪيائون. جنهن جو ذڪر علامہ اقبال وڏي جوش ۽ جذبي سان ڪيو آهي سندن چوڻ موجب پاڻ ڪشمير کي "ايران صغير" بڻائي ڇڏيو.

هڪ تبليغي سفر دوران پاڪلي ضلع هزاره ۾ وفات فرمايائون ۽ کين تاجڪستان جي شهر ختلان ۾ دفنايو ويو.

جتي اڄ به سندن مزار تي هزارين عقيدتمند حاضري ڀرن ٿا. پاڻ گهڻو ڪجھ تصنيف ڪيائون جنهن مان ذخيرة الملڪوڪ بي حد اهم آهي.

1. حق کان ڪڏهن به غافل نه رهو.
2. ڪنهن مان اميد نه رک جيئن تنهنجي اميد پوري ٿئي.
3. امان چاهين ٿو ته ڪنهن کي ڏک نه ڏئي.
4. دنيا جي لاءِ غمگين نه ٿيءُ ته جيئن پريشان نه ٿئين.
5. سڀ کان الڳ ٿي وڃ جيئن تون خدا کي ڳولهي سگهين.
6. جيڪڏهن تون انسانن جي ڪجھ شي تي فدا آهين ته پنهنجو پاڻ کي انجو

غلام سمجهه

7. تنهائي اختيار ڪر جيئن توکي حق سان محبت ٿئي.
8. پنهنجو پاڻ کي محفوظ رک جيئن تو کي بخشيو وڃي.
9. دنيا وارن جي صحبت کان پري رهه جيئن تنهنجي دل سياه نه ٿئي
10. اگر محبت چاهين ٿو تہ سڀن کان الڳ ٿي وڃ.
11. جيڪڏهن جوان مرد آهين تہ هر شيءِ پنهنجو پاڻ کان طب ڪر.
12. عاجزن ۽ ڪريلن کي معاف ڪر جيئن بچي وڃين.
13. شريعت ۽ طريقت کان منهن نہ موڙ جيئن گناهن کان بچي سگهين.
14. ڪرندڙن جي مدد ڪر جيئن ڪو تنهنجي مدد ڪري.
15. مخلوق سان انصاف ڪر جيئن تون ظالم نہ ٿئين.
16. اهو ڪم ڪر جنهن کي خدا پسند ڪري.
17. جيڪو تو سان برائي ڪري تون ان سان نيڪي ڪر.
18. دنيا جو خيال ڇڏي ڏي جيئن پريشان نہ ٿين.
19. پنهنجي اختيار کي ڪنهن ڪنڌ ۾ ڦٽو ڪر تہ مختار بڻجين.
20. خدا کان مدد طلب ڪر جيئن تو کي امداد حاصل ٿئي.
21. خدا کان علاوه ڪنهن تي اعتماد نہ ڪر جيئن پشيمان نہ ٿين.
22. ڪنهن بہ شيءِ تي غرور نہ ڪر متان برباد ٿي وڃين.
23. بدزباني سڀني آفتن جي پاڙ آهي.
24. سدائين خوش رهڻ چاهين ٿو تہ حق سان رهه.
25. ڪنهن جي ڳالهه تي تنقيد نہ ڪر جيئن توکان پڇا ڳڇا نہ ٿئي.
26. دروازي تي منتظر رهه جيئن تنهنجي لاءِ کوليو وڃي.
27. دل جي سچائيءَ سان گهر جيئن حاصل ڪري سگهين.
28. سڀني سان نرميءَ ۽ صلح وارو رويو رک.
29. ڪنهن جي نعمتن سان ساڙ نہ ڪر تہ خوش رهندين.
30. سڀني جا بار کڻ جيئن صاحب دولت و حشمت بڻجين.
31. ڪمزورن تي شفقتِ ڪر تہ ڇوٽڪارو ملئي.
32. گلا ڇڏي ڏي تہ جيئن زندگي تنهنجي لاءِ مشڪل نہ بڻجي.
33. سڀني لاءِ آساني پيدا ڪر جيئن ڇوٽڪارو ماڻين.

34. هر ڪنهن سان نه ويهه متان برباد ٿي وڃين.
35. قافلي سان گڏ هل ڇو ته رهزن گهٽا آهن ۽ دشمن موقعي جي انتظار ۾ آهن.
36. جيڪڏهن عزت چاهين ٿو ته پنهنجو بار ڪنهن تي نه وجهه.
37. ڪنهن جي سامهون ڊاڙ نه هڻ متان خوار ٿئين.
38. نصيحت ٻڌ جيئن فائدو حاصل ڪري سگهين.
39. مقصد ماڻڻ لاءِ ڪوشش ڪر.
40. حق جي پناهه ۾ اچ جيئن آزادي حاصل ڪري سگهين.
41. دنيا جو خريدار نه ٿي، نه ته نقصان ۾ ويندين.
42. جيڪڏهن جاڳين ٿو ته ذڪر و فڪر ۾ رهه.
43. بي يارو مددگار ٿي وڃ ته مددگار ماڻيندين.
44. حق ۽ انصاف جي راهه اختيار ڪر جيئن دشمن کان بچي سگهين.
45. سڀ ساٿي ڇڏي ڏي جيئن خدا تنهنجو ساٿي ٿئي.
46. جي بچڻ چاهين ٿو ته غرض ۽ خواهشون ڇڏي ڏي.
47. سڀن کان ڌار ٿي وڃ جيئن حق ۽ انصاف سان رهي سگهين.
48. جيڪڏهن حلال چاهين ٿو ته گناهه ڇڏي ڏي.
49. ڪنهن مان اميد نه رک جيئن عزت ماڻين.
50. طاقت خدا طرفان سمجهه جيئن مغرور نه ٿئين.
51. جي لذت چاهين ٿو ته لذت ڇڏي ڏي.
52. اگر دوست آن ته مصيبت جي تير جو نشانو بڻجي وڃ.
53. خدا ڪانسواءِ ڪنهن کي دوست نه بڻاءِ متان خراب ٿي وڃين.
54. جڏهن دنيا وارن سان ويهين ته دين کي نه وسار.
55. جي حق جو طالب آهين ته خدا کان سواءِ ڪنهن کان نه ڊڄ.
56. جي سچو آهين ته جان تان هٿ کڻي ڇڏ.
57. ڪنهن جي ضرورت پوري ڪرڻ وڏي ۾ وڏو ڪم ڄاڻ.
58. لالچي نه ٿي متان ذليل و خوار ٿئين.
59. ڪنهن جي عزت جو خيال رک جيئن تون عزت وارو بڻجين.
60. خدا کي ياد ڪندو رهه جيئن سياهه دل نه بڻجين.
61. اهو ڪجهه ڪر جو ماڻهو تو مان اميد رکن.

62. بزرگن جي خدمت حاصل ڪر جيئن بزرگي حاصل ڪري سگهين.
63. پنهنجو پاڻ کي خدا جي حوالي ڪري ڇڏ جيئن تون نوازيو وڃين.
64. پنهنجي ڪا به قيمت مقرر نه ڪر جيئن توکي قيمت حاصل ٿئي.
65. رڳو پنهنجو پاڻ کي نه ڏس جيئن معرفت تائين پهچي سگهين.
66. خوش گفتار ٿيءُ جيئن هر دلعزيز ٿئين.
67. ڪاوڙ کي پي وڃ جيئن راحت ملئي.
68. تارڪ ٿي وڃ جيئن سلامتيءَ سان رهي سگهين.
69. جيڪڏهن تون دولت چاهين ٿو ته خود غرض نه بڻج.
70. ضدي نه بڻج جيئن صاحب راءِ ٿي سگهين.
71. پاڻ کي سختيءَ ۾ رک جيئن راحت ماڻين.
72. شهرت نه ڳولهه، جيئن توکي ڳولهي لهي.
73. دل کي حرص کان پاڪ ڪر جيئن سڪون ۾ رهين.
74. حق جي ڪم ۾ مشغول رهه جيئن تنهنجو ڪم ٿي وڃي.
75. ڪنهن سان دل نه لڳاءِ متان نقصان ۾ وڃين.
76. غربت ۾ صبر ڪر ته راحت ماڻيندين.
77. امانت ۾ خيانت نه ڪر.
78. پنهنجي حق حاصل ڪرڻ ۾ غلطي نه ڪر.
79. خدا کي هر جڳهه حاضر سمجهه ۽ گستاخ نه بڻج.
80. جيڪڏهن توکي دولت گهرجي ته دولت مندن جو دامن پڪڙ.
81. حق جي گهرائي ۾ هليو وڃ جيئن تون پاڻ فاني بڻجي وڃين.
82. ڪنهن سان دل نه لڳاءِ جيئن تون فريب ۾ نه اچين.
83. جيڪڏهن تون معرفت چاهين ٿو ته ڪنهن جو به سهارو نه وٺ.
84. ڪنهن به شيءِ جو قيدي نه ٿي جيئن تون آزاد رهين.
85. جيڪڏهن تون ڪم ڪرڻ وارو آهين ته پنهنجا عيب ڳولهي لهه.
86. ڪمن ۾ آهستگي ڪر جيئن شيطان تو تي غالب نه پئجي.
87. دلين کي خوش ڪر جيئن خدا جي خوشنودي حاصل ڪري سگهين.
88. مشڪل معاملن ۾ پنهنجو پاڻ نه ڦاساءِ، جيئن تون خراب نه ٿئين.
89. ٻين کي پاڻ کان بهتر سمجهه جيئن غرور کان بچي سگهين.

90. سختي ڇڏي ڏي جيئن سيني دوستن جي ويجهو ٿي وڃين.
91. معاف ڪري ڇڏ جيئن ماڻهو توکي به معاف ڪن.
92. مجبور ماڻهن جي تلاش ڪر (جيئن تون انهن جي مدد ڪرين)
93. دوستي اها هوندي آهي جيڪا خدا ڪارڻ هجي.
94. گهرائيءَ ۾ هليو وڃ جيئن گوهر ماڻين.
95. بي مقصد ڳالهين يا ڪمن ۾ مشغول نه رهه متان آخر ۾ پڇتائين.
96. جي هوشيار آهين ته دلين کي سهارو ڏي.
97. صداقت اختيار ڪر ته جيئن نجات ماڻين.
98. جي راهه تي هلندڙ آهين ته رهبر ڳولهه.
99. جيڪڏهن عاشق آهين ته ويرانو تلاش ڪر.
100. ڪنهن به موقعي تي عورتن کي مردن جي مقابلي ۾ طاقتور نه سمجهه.
101. ديوانگي اختيار ڪر ته فائدي ۾ ويندين.
102. ان دروازي تي متو ٽيڪ يا هليو وڃ ۽ پنهنجو ڪم ڪر.
103. جي غلام آهين ته حڪم مطابق ڪم ڪر.
104. ديوانگي اختيار ڪر ڇو جو انجو مفيد نتيجو حق آهي.
105. جي دين ۽ دنيا ۾ نعمت چاهين ٿو ته خدا جو شڪر گذار ٿي.
106. عافيت چاهين ٿو ته صبر اختيار ڪر.
107. ڪمزور ترين دوکي کي به مضبوط ترين قوت چاڻ.
108. دل مان لالچ ڪڍي ڇڏ جيئن ذليل و خوار نه ٿئين.
109. انسانن مان اميد نه رک جيئن محتاج نه ٿئين.
110. گناهه مطابق سزا ڏي.
111. سختي ۽ آساني هر حال ۾ وعدو وفا ڪر.
112. غيبت پسند نه ڪر جيئن حق ۽ انصاف تنهنجا دشمن نه ٿين.
113. دنيا جو غم نه ڪر جيئن تنهنجي دل برباد نه ٿئي.
114. سڀاڻي جو فڪر نه ڪر جيئن تنهنجون اميدون گهٽ ٿين.
115. عاجزي اختيار ڪر جيئن بزرگي ماڻين.
116. نعمت جو قدر ڪر متان تو کان کسجي وڃي.
117. اميري چاهين ٿو ته قناعت اختيار ڪر.

118. پنهنجو قدر ڄاڻ جيئن اعليٰ مرتبو ماڻين.
119. ڪنهن تي عيب جي تهمت نہ هڻ متان تون ان عيب ۾ مبتلا ٿي وڃين.
120. خلوص سان ڪم ڪر جيئن توکي بدلو ملي.
121. ڪنهن تي گناهہ جو الزام نہ هڻ متان توکان اهو گناهہ ٿي وڃي.
122. ڪنهن کي نفرت سان نہ ڏس جيئن خوار نہ ٿئين.
123. پنهنجي ڪردار کي اهميت نہ ڏي جيئن قدر و قيمت ماڻين.
124. اهڙو ڪم ڪر جيئن پشيمان نہ ٿئين.
125. جي بيڪار آهين تہ ٻين جا ڪم ڪر.
126. سوچي سمجهي ڪم ڪر، متان نقصان ڪري ويهين.
127. موت کي ياد ڪر جيئن دنيا طرف دل مائل نہ ٿئي.
128. مسخريءَ جو نتيجو مصيبت کي سمجهہ.
129. احسان ڪر پر ڪنهن تي نہ جتاءِ.
130. مسڪين بڻجي رهہ جيئن مقبول ٿئين.
131. نيڪيءَ لاءِ سوچ جيئن سڀ نيڪي ئي ظاهر ٿئي.
132. چغل خور کي ويجهو اچڻ نہ ڏي.
133. ڪنهن ساهہ کي مضبوط نہ ڄاڻ جو تہ اهو ڪوڙ آهي.
134. ڪلاش آهين تہ پئسي جو بار نہ کڻ.
135. ساهہ جي حفاظت ڪر جيئن تڪليف نہ ٿئي.
136. پارکو آهين تہ وقت کي سڃاڻ.
137. همت بلند رک جيئن تنهنجي قيمت وڌي.
138. دلاور آهين تہ نفسياتي خواهشن جي مخالفت ڪر.
139. جي مقبول ٿي وڃين تہ هر حال ۾ باادب رهہ.
140. جيڪڏهن مرد راهہ آهين تہ سيني جو مددگار بڻجي رهہ.
141. دوست کي ايترو ياد ڪر جيئن پنهنجو پاڻ کي وساري ڇڏين.
142. همت رک جيئن سرخرو ٿئين.
143. جي تون سمجهين تہ خدا جي ياد حقيقي راحت آهي.

# صوفي لغت

**١. الابد:** هميشگي، بنا پڇاڙي جي ـ ابد معنيٰ ڪنهن جي جيون جي گهڙين جو لافنائيت ۾ ملي وڃڻ، اهو ئي بقا جو اصل آهي. الوهي هميشگي جا ٻه ٻيا ڇيڙا الازل ۽ القدم آهن.

**٢. العبد:** غلام (پڄاري). غلام اهو آهي جيڪو الهي رضا جي آڏو مڪمل طرح ڪنڌ جهڪائي. الوهيت ۾ ڪامل جذب (فنافي الله) ڪانپوءِ هر غيريت گم ٿيو وڃي ۽ سڀ فرق متجيو وڃن. ان بعد هو مخلوق ۾ واپس (بقا) موٽي ٿو، ڪامل ادب ۽ حق اليقين سان گڏ پوءِ ئي چئجي ٿو. "مؤلا، مؤلا آ ۽ بندو، بندو آ." جڏهن عبد جو ترجمو "نوڪر" ڪبو تہ معنيٰ اهو جيڪو چاهي تہ مالڪ جي نوڪري ڇڏي سگهي ٿو. جڏهن تہ غلام مڪمل طرح ٻڌل آهي، مالڪ تي ڪامل مدار رکندڙ. ڏيڻ، وٺڻ جا سارا واسطا ختم ـ عبد سچو ئي، مڪمل طرح ۽ بنا شرط جي الله سان واڳيل آهي.

**٣. ابدال:** تبديل ٿيل ـ صوفي روايت ۾ ست (يا چاليهہ) مرد/ عورتون ابدال سڏجن ٿيون.

**٤. العبد الكمال:** مڪمل غلام. اهو ئي انسان ڪامل آهي جو تہ "عبديت" اها آخري منزل آهي جيڪا بندو ماڻي ٿو.

**٥. العبد الكلي:** عالمگير غلام. هي اهو انسان آ جيڪو هر الهي نالي يعني الله تعاليٰ جي سيني (ڪُلي) نالن جو غلام آهي.

**٦. عبدالوقت:** زماني جو غلام. هو اهو آهي جنهن هر هڪ غيرمنقسم گهڙئي/ دم ۾ الله ڪي ڳولي لڌو آهي تنهنڪري ڄاڻي ٻُجهي بغير شرط جي زماني جي غلام اختيار ڪئي اٿس جيئن هر دم يگانو آهي تئين هر دم جون گهرجون بہ يگانيون آهن، هر دم جو پنهنجو ادب آهي. عبدالوقت ڪڏهن بہ دم جي ضرورتن کي منهن ڏيندي ۽ پورو ڪندي ماضي جي تجربن ۽ پراڻن واقعن تي نہ ٿو سوچي. هو نہ رڳو عبدالوقت آهي پر اديب الوقت پڻ آهي جو جو زمان جي آداب کان واقف آهي. هن جو قلب ازلي علم جي آبشار مان سنئون "الحيّ" کان پرائن ٿا. هو آب حيات پيئي ٿو.

**٧. عابد الوقت:** زماني کي پوڄيندڙ. هي اهو انسان آهي جنهن هر نہ ورهائجندڙ گهڙي/دم ۾ الهي تجلي جو مشاهدو ڪيو آهي ۽ ان عظيم سچائي جي عبادت ڪري ٿو جيڪا پاڻ وقت آهي.

**٨. آب حيات:** زندگيءَ جو پاڻي ـ هي پاڻي الله پاڪ جي نانَو "الحَي"

يعني "زنده" مان ڦٽي نڪري ٿو ۽ مڪمل علم جي علامت آهي. جيڪو آب حيات پيئي ٿو سو "الحيّ" جي ڪرم سان لافاني جيون پائي ٿو.

**٩. الابرار:** سچو ۽ گڻوان ماڻهو" صوفي روايت ۾ ست مرد/عورتون اهڙيون آهن جيڪي الابرار سڏجن ٿا.

**١٠. آبرو:** عزت، مان، مرتبو. اسان کي جيڪا سڀ کان وڏي عزت عطا ڪئي وئي آهي اها آهي سندس خمير ۾ الله کي سڃاڻڻ ۽ ان کي چاهڻ جي لياقت. صرف ڪامل انسان ئي ان قوت کي حقيقي صورت ڏئي ٿو ۽ پنهنجي وجود جو سبب ڳولهي ٿو ۽ الله جو آبروءَ وارو غلام بڻجي ٿو.

**١١. ابوالوقت:** زماني جو پيءُ. جنهن جو وقت غلام هجي ۽ جيڪو دنيا جون ڪارگذاريون پنهنجي مرضي مطابق تعميل ڪرائي.

**١٢. ادب:** سهڻو سلوڪ، روحاني شڪر گذاري، عمل ۽ ڪلام جي مڪمل ناه ئوه، ادب يعني هر شيءِ ۽ هر گهڙي کي پنهنجو اجورو پڇائڻ، تصوف جي سائنس ادب جي بنياد تي بيٺل آهي جيڪو شريعت جي ڪامل پابنديءَ سان شروع ٿي مالڪ سائين جي نه ختم ٿيندڙ روحاني احسان منديءَ تي پورو ٿئي ٿو. ادب معني ته مونسان لاڳاپيل چاهي ۽ الله جا حق ڪهڙا آهن.

**١٣. ادب الحقيقة:** وجودي سچائي جي روحاني احسان مندي. ادب لاءِ ٻه يا ٻيائي ضروري آهي. وجودي سچائي الله پاڪ پاڻ آهي تنهن ڪري ادب الحقيقة خود الله پاڪ جو ادب آهي. هي ادب، آداب ترڪ ڪرڻ سان حاصل ٿيندو آهي.

**١٤. ادب الحق:** سچ يا حق جي روحاني شڪر گذاري. هن ادب لاءِ وجود جي روايت جو علم ضروري آهي جنهن ۾ هر هڪ وجود کي پنهنجي سچائي آهي جنهن بندي کي ادب الحق حاصل ٿيو وڃي سو تخليق جي حقيقت کان واقف ٿي وڃي ٿو.

**١٥. اخلاص:** ڪو به ڪم صرف خدا ڪارڻ ڪرڻ، جنهن ۾ ڪنهن به معاوضي جي نيت نه هجي.

**١٦. احسان:** عبادت جي اها حالت جنهن ۾ بندو سمجهي ته هو الله کي ڏسي رهيو آهي گهٽ ۾ گهٽ درجي وارو هي خيال ڪري ته الله کيس ضرور ڏسي رهيو آهي. تصوف کي شرعي اصطلاح ۾ احسان چئجي ٿو جڏهن ته احسان کي عملي صورت ۾ آڻڻ جو نالو تصوف آهي.

**١٧. اتصال:** جملي اعتبارن جو ذات احديت ۾ گم ٿي وڃڻ. مشاهدو حق سان گڏ هجڻ جو. ڪلابازي رح پنهنجي ڪتاب تعريف ۾ ليکتو.

"صوفي پنهنجي باطن ۾ ماسواءَ کان الڳ ٿي وڃي ايتري تائين جو پنهنجي باطن سان غيرالله کي ڏسي نه سگهي، اهو اتصال آهي."

# سچڻ سچ چيو م......

صوفي عنايت خان

١. "الله پاڪ هڪ آهي، لافاني، قائم قديم، وحده ۽ هن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به موجود ناهي"



SOFI ENAYAT KHAN

صوفيءَ جو الله، هر مشرب جو الله آ، سڀني جو مالڪ آهي، هن لاءِ نالن جي ڪا تفريق ڪانهي. الله، گاڊ، گاڊ، ديو، برهما يا ڀڳوان، اهي سڀ ۽ ٻيا به ڪيترائي نالا هن جي رب جو نانو آهي پر پوءِ به سندس مالڪ انهن نالن جي حدن کان گهڻو مٿي آهي. هو پنهنجي الله کي سچ ۾، باهه ۾، ان بت ۾ به پسي ٿو جنهن جي گهڻا ئي پوڄا ڪن ٿا ۽ هو هن کي ڪائنات جي سڀني مظهرن ۾ سڃاڻي وٺي ٿو تنهن هوندي به ڄاڻي ٿو هو هر درسن کان ڌار آهي. سڀ ۾ مالڪ ۽ مالڪ ۾ سڀ، هو ئي ظاهر آ ۽ هو ئي باطن، واحد وجود. صوفي لاءِ الله رڳو مذهبي عقيدو نه آهي پر اهو اعليٰ ترين تصور آهي، جيڪو انساني ذهن ۾ سمائي سگهجي ٿو. صوفي پنهنجو پاڻ وڃائي، الوهي تصور جي حاصلات لاءِ، سموري زندگي، سک ۽ سوراج جي راهه ۾ رمندو رهي ٿو. صوفي کي الله جي ذات ۾ انساني ذهن جي ممڪنات جي تڪميل نظر اچي ٿي توڙي جو هو واقف آهي ته خدا بندي جي پهچ کان پري آهي. هو، هن کي ائين ڏسي ٿو جيئن عاشق پنهنجي معشوق کي ۽ مڃي ٿو ته هر شيءِ جيڪا زندگيءَ ۾ ٿئي ٿي سان مالڪ وٽان ئي آهي. هن لاءِ مالڪ جو نام، مريض لاءِ دوا مثل آهي. الله جو خيال، سندس لاءِ ان طرف ٻڌائيندڙ اوزار وانگر آهي جنهن جي مدد سان هو جيون جي ٻيڙي کي لافنا جي ساحل ڏانهن ڌڪي ٿو. زباني تصور، صوفي لاءِ ان مٿي ڪٽندڙ مشين جهڙو آهي جيڪا ڪيس دائمي/ ازلي مقصد تائين اوچو ڪري ٿي ۽ جنهن جي حاصلات ئي زندگيءَ جو واحد مقصد آهي.

٢. ”مرشد ٻہ هڪ آهي، سڀني روحن لاءِ هادي، جيڪو پنهنجي مريدن کي هميشہ روشنين ڏانهن وٺي ٿو هلي.“

صوفي ڄاڻي ٿو تہ ساري علم، هدايت ۽ آڪاس واڻي جو سرچشمو الله پاڪ ئي آهي پر ”انسان“ اهو وسيلو آهي جنهن کي مالڪ، جهانن کي پنهنجو علم پڄائڻ لاءِ چونڊيو آهي. مالڪ، مخلوق کي ان جي ذريعي هدايت پهچائيندو آهي جيڪو عام جي نظر ۾ آدمي آهي پر حقيقت ۾ الهامي آهي. هي اها ڪامل ذات آهي جيڪا عرشن کان رحمتون وٺي ورهائي ٿي ۽ الله انجي وسيلي ڪلام ڪري ٿو. توڙي جو مالڪ هر مظهر مان ٻولي ٿو پر اسان مان گهڻن ٻوڙن لاءِ لازم آهي تہ هو انساني لبن مان ئي ڪلام ڪري. هن تاريخ جي هر دور ۾ ائين ڪيو آهي. هر عظيم استاد، جنهن ۾ هڪ هاديءَ جي آتما هئي تنهن انساني روپ ۾ الهامي زندگي گذاري.

ٻين لفظن ۾ سندس انساني روپ هڪ ئي آهي جيڪو پوش مٽائيندو رهي ٿو ۽ هر پوش ۾ ٻيو ٿو لڳي. هڪ پاسي شيو، ٻڌ، رام، ڪرشن تہ ٻئي پاسي ابراهيم ع، موسيٰ ع، مسيح ع، ۽ حضرت محمد ﷺ ۽ ٻيا. تاريخ ۾ ڄاتل ۽ اڻڄاتل هميشہ هڪ ۽ ساڳيو ئي انسان هئا.

جن ذات کي ڏٺو ۽ ڄاتو تہ انهن ڪيس ڪهڙي بہ ٻهروپ ۽ مظهر ۾ سڃاڻي ورتو پر جن صرف پوشن کي ڏٺو سي گمراه ٿي ويا. سو صوفي لاءِ استاد صرف هڪ ئي آهي توڙي جو تاريخ ۾ ان کي ڪيترائي نالا ڏنا ويا آهن. جيڪو صدائين آدم کي هن غفلت جي ننڊ مان جاڳائي الوهي ڪامليت ڏانهن راهي ڪرڻ لاءِ ايندو رهندو آهي.

جيئن ئي صوفي ان خيال ۾ پختو ٿئي ٿو تہ پوءِ ڪيس هادي رڳو پاڪن ۾ نظر نہ ٿو اچي. سڀوجهن ۾ بہ تہ اڀوجهن ۾ بہ، فقير ۾ بہ ۽ پوءِ ان واحد مرشد کي نظرن کان اوجهل ٿيڻ نہ ٿو ڏئي. هادي لاءِ فارسي لفظ مرشد آهي. صوفي، مرشد کي ڪائنات جي سڀني مظهرن ۾ سڃاڻي ٿو ۽ پوءِ هو بغير ڄاڻڻ جي تہ ڪنهن کان پيو پرائي هر ٻار ۽ ٻڍي، پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل، ۽ امير توڙي غريب کان پرائڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي.

ان کان پوءِ هو رسالت جو نور ڏسڻ لڳي ٿو. سچ جي روشني جيڪا هر مظهر ۾ پسجي ٿي، ائين هو الهامي پيغمبر ، رسول ﷺ کي انساني جامي ۾ آڏو

ڏسي ٿو. هاڻي صوفي الله جي تجلي پسي ٿو. پوڇيو ويندڙ ديوتا، جنهن جي ذات فطرت ۾ ظاهر آ ۽ هاڻ هن لاءِ زندگي ظاهر ۽ باطن ۾ وحي بنجو پئي. اهو صرف هڪ مخصوص هادي جي شخصيت کي پوڄڻ ڪري ۽ هن کي پنهنجي اهڙن ئي مرشدن کان اتم سمجهڻ جي سبب ٿيو آ جو فرقا ٺهيا آهن، ماڻهو ٽولن ۾ ورهائجي ويا آهن ۽ ڌرتي جي آل انسان ۾ هي جنگيون جدال ۽ تفرقي بازيون پيدا ٿي پيون آهن.

اها هدايت واري آتما ائين به سمجهائي سگهجي ٿي ته هر ماڻهوءَ ۾ فن، موسيقي ۽ شاعريَ يا سائنس جو هڪ جذبو آهي، تيئن هن ۾ هدايت جو جذبو يا آتما پڻ آهي، انکي آتما چوڻ ان لاءِ بهتر آهي جو باقي سارا جذبا ان مان جنم وٺن ٿا. اسان ڏسون ٿا ته هر ماڻهوءَ ۾ هڪ فنڪارانه جذبو آهي پر هر ڪو فنڪار ناهي، هر ڪوئي سُر جهونگاري سگهي ٿو پر ڪو هزارن ۾ هڪڙو ئي موسيقار آهي. هر ڪوئي ڪنهن مخصوص حد تائين هي جذبا رکي ٿو پر هدايت جي آتما اصل ۾ انسانذات جي تمام ٿورن ميمبرن ۾ ملي ٿي.

هڪ سنسڪرتي شاعر چئي ٿو، " هيرا به ڪنڪر آهن پر جت ڪٿ ڪونه ٿا لين، صندل جو وڻ به وڻ آهي پر هي ٻيلي ۾ ڪونه ٿو ٿئي، هاٿيون به گهڻيون ئي آهن پر هڪ ئي شاه هاٿي آهي تئن ماڻهو به دنيا ۾ پکڙيا پيا آهن پر حقيقي انسان ڪو ورلي ملي ٿو".

## عنايت:

جڏهن اسين جذبن کان مٿي ٿي هدايت جي آتما تي سوچيون ٿا ته چاڻون ٿا ته اها ٻوڏي استوا، روحاني رهبر يا الهامي پيغمبر ئي راس اچي ٿي. چوٽي آهي ته مصلح تهذيب جو ٻار آهي پر پيغمبر ان جو پيءُ آهي. اها آتما هميشه موجود رهي آهي ۽ لازمي طور موجود هجڻ کپي ته جيئن وقت به وقت ان وسيلي الله پاڪ جو پيغام رسي سگهيو آهي.

## هڪ صوفي، هڪ شاعر......

# فقير امام الدين ستاري



جهوڪ (ميران پور) سنڌ جي صوفين جو ڪعبو آهي. جتان صوفين جي امام، "حضرت شاهه عنايت شهيد" تصوف جو فيض "هند سنڌ" ۾ عام ڪيو. "صوفي شاهه شهيد" جي انهيءَ فيض جو هڪ سرچشمو شڪارپور ضلعي جي ڏکڻ شهر ۾، "فقير امام الدين ستاريءَ" جي روپ ۾ اڄ به عشق جي اڃارن جي اڃ اجهائڻ جو وسيلو بڻيل آهي. "فقير سائين، سنڌ جي مشهور زميندار خاندان ڏکڻ (سومرا) جو انتهائي اهم فرد آهي. سندس جنم 14 آگسٽ 1931ع ۾ ٿيو. "فقير سائينءَ" جو والد مير محمد خان ڏکڻ، هڪ قابل استاد هيو، جيڪو 4 مارچ 1952ع کان 7 اپريل 1958ع تائين پرائمري اسڪول ڏکڻ جو هيڊ ماسٽر رهيو. هن پرچي جي "هڪ صوفي هڪ شاعر" سلسلي جو "صوفي ۽ شاعر"، فقير امام الدين ستاري، جامعه عربيه حيدرآباد مان مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ، 1957ع ۾ درگاهه "شاهه شهيد" (جهوڪ شريف) جي سجاده نشين، حضرت صاحب ڪريم، سائين عبدالستار (ثاني) صوفي القادري جو دست بيعت ٿيو. طالب ٿيڻ ڪانپوءِ، پنهنجي بنگلي مان "صوفا ۽ ڪرسيون" ڪڍي فقراهي تڏو وڇايائين، جنهن تي پنهنجي خاندان جا ڪجهه فرد ناراض ٿيس، پر انهن ڌيان نه ڏنائين. پنهنجي مرشد جي محبت ۾ بنگلي کي ڦيرائي "ستاري مئخانو" ناهي ڇڏيائين، جيڪو اڄ به عشق وارن جو آماجگاهه بڻيل آهي. وڏيرڪي ماحول ۾ پلجي جوان ٿيندڙ هن حسين نينگر، مست جوانيءَ ۾، عشق کي امام بڻائي، چشمين چيڙيون ڇمي، مست جوانيءَ ۾، يڪتاري جيءَ تار تي، "صاحب ستار" جو ناچو بڻجي، ڳليءَ ڳليءَ نچي پنهنجي نيهن کي نروار ڪيو. "فقير سائينءَ" کي هن وقت درگاهه شاهه شهيد (جهوڪ شريف) جو خاص خليفو هجڻ جو اعزاز حاصل آهي. فقير امام الدين ستاري، سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ انگريزي زبانن ۾ وڏي انگ ۾ شعر و ڪلام چيو آهي. ڪجهه ڪلام ۾ "مسافر" تخلص پڻ استعمال ڪيو اٿائين. سندس شعر و سخن منجهان ڪجهه ڪٿا، "صوفيءَ" جي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪجن ٿا.

(سٿون: مهدي شاهه)

## نعتيه ڪافي

تنهنجي نانءَ مٿان پيو نانءُ نہ آ،
تنهنجو نانءُ نبي اعليٰ شان چوان.
توکي احد چوان احمد چوان،
ياسين چوان قرآن چوان.

توکي ذات چوان ڇو صفات چوان،
توکي نور نبي ڏينهن رات چوان،
توکي عشق ۽ مستيءَ ۾ مولا،
مان رب چوان يا رحمان چوان.

توکي مولا جو مان حبيب چوان،
يا محمد مولا عجيب چوان،
توکي پاڻ تي پاڻ رقيب چوان،
توکي محبت جو مردان چوان.

نڪو عرش هيو نہ زمين هئي،
نہ ڪو آدم هو رڳي ڪين هئي،
پنهنجو پاڻ پسي پاٺهين آئين،
ڪري آدم جو تہ بهان چوان.

عرش اتي جي ساجد هيا،
ساڳي صورت جا هت ساجد ٿيا،
توکي صورت ۾ ۽ سيرت ۾،
مان ساڳيو ئي سبحان چوان.

تنهنجي صفت "امام الدين" کهڙي ڪري،
ساري جڳ ۾ سڄڻ تنهنجو نور ڀري،
تيءُ دم ڪان دلبر دم نہ پري،
تنهنجو ورد مان دل ۽ زبان چوان.

## ڪافي

مان ناچو يار ستار جو، ڳليءَ ڳليءَ ٿو نچان نچان،

ملان ناهيان قاضي ناهيان،
نہ مان نيڪ نمازي آهيان،
عجز تي عاجز ڪين ڪمايان،
ڪتڙو سڀ سرڪار جو،
مان بديون پائي اچان اچان.
هندو مسلم سير اسان جو،
خلق خدائي آخير اسان جو،
مولا ميٺج مير اسان جو.
ٻچڙي هن بدڪار جو،
اتم اميدون اچان اچان.
مذهب عشق امام اسان جو،
صورت سڀ ڪي سلام اسان جو،
هردي هادي نام اسان جو.
پانڌيئڙو تنهن پار جو،
رنگ رنديءَ ۾ رچان رچان.
هوڏ هنيلي حرام ٿي هستي،
عاشق اصلئون روز الستي،
پين جام محبت مستي،
عاشق عين اسرار جو،
مئہ تہ انهيءَ ۾ مچان مچان.
سوز سرود آواز ستاري،
هردي هردم ساز ستاري،
پريم وارن پرواز ستاري،
ڇيرن جي ڇمڪار جو،
ڇم ڇم ڇيريون وڄان وڄان.
ماٺهو ميڙڻ مقصد ناهي،
ڀائڻ ڀولو يار ٻچائي،
حال حقير جو حاضر آهي،
ناچوءَ هن نروار جو،
ڇو ڊاءَ ڪنهين ۾ ڊڄان ڊڄان.

عشق امام الدين اسان جو،
بي خود باجو بين اسان جو،
يڪتاري تي يقين اسان جو.
طرح تنبي هڪ تار جان،
چشمي چيڙيون چمان چمان.

## ڪافي (سرائڪي)

ڪوئي حال اسانڈا ڪي ڄاڻي،
مينون برھ بيماري لڳي لڳي.

تيڏي درد فراق دا، مارا وي،
ڪوئي چال نہ چلدي چارا وي،
سانون تانگھ ملڻ هي پيارا،
تيڏي چوٽ نينان واري لڳي لڳي.

ڪيئي ويچ طبيب پڇايم وي،
ڪوئي فرق ڦڪيان مئون نہ آيم وي،
تيڏي ڪارڻ ديس پرديس گھم آيم وي،
اوڪي ضرب هي ڪاري لڳي لڳي.

گھند ڪول وڪا سانون مڪڙا وي،
ساڏي دور هوون سڀ دڪڙا وي،
تيڏي قرب ڪرم دا ڪُتڙا وي،
تيڏي پريت هي پياري لڳي لڳي.

تيڏا راھ "مسافر" رلدا وي،
ڪڏان عاجز نال تون ملداوي،
ميڏا ڀاڳ بخت سڀ ڪلدا وي
ڏاڍي برھ بھاري لڳي لڳي.

## ڪافي (اردو)

میں کوئی اور نہیں تم بھی اور نہیں، اب باقی یہ پردا کرنا کیا۔
جب دیکھ لی اپنی ہی صورت، پھر مسجد سر ہے دھرنا کیا۔

کعبے کو جاؤں نمازی بنوں، گو لاکھ میں ظاہر حجازی بنوں،
جب تم ہی نہیں ہو دل میں صنم، اب کعبے کو جاکے پھرنا کیا۔

موت سے ڈرنے والے نہیں ہم، دار پہ چڑھ کے ماریں گے دم،
موت سے پہلے جو مر جاتے ہیں، ان کے لیے ہے مرنا کیا۔

تم راز ہو میں ہمراز بنوں، تم ساز ہو میں آواز بنوں،
گو لاکھ چھپائے چھپ نہ سکے، اب چھپ چھپ آہیں بھرنا کیا،

جام کسی نے ایسا دیا ہے، مست "امام الدین "ہوا ہے،
جب ہوش گیا مدھوش ہوئے، اب لوگوں سے ہے ڈرنا کیا۔

# درشن

## فقير غلام علي مسرور بدويءَ جي ملهايل ورسين جا ٽيڪ



فقير غلام علي مسرور بدويءَ جي مزار







درگـــاهه فقير قادر بخش بيدل (روهڙي) جو فقراءُ فقير غلام علي مسرور جي مزار تي ويراڳ ڪندي.






شاهد ڀٽوءَ ٻيا فقير، غلام علي مسرور جي ورسيءَ جي موقعي تي راڳ ويراڳ ڪندي.




غلام نجف قريشي، سجاده نشين درگاهه فقير قادر بخش بيدل (روهڙي) ورسيءَ جي موقعي تي.



فقير غلام علي مسرور جو همعصر ۽ دوست جوڳي پرسرام ڪيسواڻي

# فقير ميان غلام علي مسرور بدويءَ

# جا فرزند



لعل بخش بدوي



رحيم بخش بدوي



بيدل مسرور بدوي



ميران بخش بدوي

